# زندگيءَ جو رستو

[ڪهاڻيون]

بهادر ٽالپر




ساحل پبليڪيشن – حيدرآباد
2025ع




## ساحل پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر ڇاهٺ هون

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | **زندگيءَ جو رستو** |
| موضوع: | ڪهاڻيون |
| ليکڪ: | **بهادر ٽالپر** |
| ڇاپو پهريون: | آڪٽوبر 2008ع |
| ڇاپو ٻيو: اي ايڊيشن: | جنوري 2025ع |
| لي آئوٽ/ ٽائيٽل ڊزائن: | مور ساگر |
| ڪمپوزنگ: | نعمان جوڻيجو |
| ڇپائيندڙ: | ساحل پبليڪيشن حيدرآباد. 03332634650 |
| ڇپيندڙ: | ساحل پرنٽر، رابعه اسڪوائر حيدرآباد 03002634650 |

قيمت: 160/_ روپيا

اڻ مڪملتا جي تالي

منهنجي محسوسات جي هر وِڪ

اڻ مڪملتا جو اولڙو آهي.

# سٽاءُ

## ليکڪ پاران

## اذيتن مان لذتون ماڻيندو رهان

مون پاڻ کي ڪڏهن به اڪيلو محسوس نه ڪيو آهي. سندم احساس، جذبا ۽ امنگون منهنجي اڇيتن روح سان ازلي همسفر رهيا آهن. روح جي بيچيني جيڪا ڪنهن فنڪار کي سجاڳ رکڻ جو سبب بڻجي ٿي. اها ڪنهن موڙ تي اطمينان ۾ بدلجي وڃي ته شايد فنڪار جو موت ٿي وڃي آءُ اهڙي اطمينان کي ناڪاريان ٿو.

مون شدت سان تخليقي لمحن کي پنهنجي روح جي بيچين ڪيفيتن جي پاڇي ۾ ساهه کڻندي محسوس ڪيو آهي ان ڪري اهي مون کي سندم تخليقن جيان عزيز آهن. حساسيت جيڪا هر فنڪار جي حصي/ پتي ۾ اچي ٿي، ڪهاڻيڪار به ان نسل مان ٿي هوندو آهي. هو به اوتروئي پوڳي ٿو جيترو ڪو ٻيو آرٽسٽ پوڳي ٿو. فرق رڳو ايترو آهي ته ڪهاڻيڪار پاڻ پوڳڻ سان گڏ پنهنجي ڪردارن کي به ان مان چڪو چکائي ٿو. هن جي ڪهاڻين جا ڪردار ڪڏهن سوليءَ تي پيا سر ڏيندا ته ڪڏهن ڪهاڙين جي ڪمينن پاڇن ۾، پنهنجي وجود جي ويڙهاند پيا وڙهندا. محبت واري هڪ مرڪ تان پنهنجو

سپ ڪجھ داءَ تي لڳائيندڙ ڪردار تخليق ڪار جي فطرت ۾ لڪل رومان جو اولڙو پيا پسائيندا تہ ڪڏهن پنهنجي هستي جي مستي ۾ پيا مرندا جيئندا. منهنجون تخليقي ڪهاڻيون فن جي دنيا ۾ پنهنجو پاڻ دريافت ڪرڻ جي جاکوڙ چئجي يا زندگيءَ جي ايبسر ڊٽي کي مثبت رخ ڏيڻ جي ڪوشش! بهرحال هن موڙ تي آءُ پنهنجي سر ڪاراءِ ڏيڻ جي اهل نہ آهيان ۽ نہ ئي اهڙي چسائپ جو مظاهرو ڪندس. ڇاڪاڻ تہ وقت ئي وڏو منصف آهي. چوندا آهن تہ پنهنجي تخليق جو پهريون نقاد تخليقڪار پاڻ هوندو آهي. هو جڏهن تخليقي لمحن مان گذرندو آهي تہ کيس پنهنجون اوڻايون سوڻايون آرسيءَ ۾ منهن مهانڊي جيان پيون ڏسبيون آهن، پر منهنجي خيال ۾ هر آرٽسٽ ڪجھ نہ ڪجھ نرگسيت جو شڪار هوندو ئي هوندو آهي ان ڪري کيس پنهنجي تخليق مان ڪي اوڻايون نظر اچن. اهو ائين هوندو جيئن ڪنهن ماءُ کي پنهنجي اولاد ۾ ڪي عيب نظر اچن؟! بس فنڪار کي تہ پنهنجي فن سان وابستگي هوندي آهي، اها وابستگي کيس پنهنجي ذميوارين کان آگاهہ ڪندي، پنهنجي دور جي حسيت کي تخليقن ۾ اوتڻ جو اهل بنائيندي رهي ٿي. مون جڏهن ڪا ڪهاڻي سرجي آهي تہ ان کي حادثو ئي تصور ڪيو اٿم. بي چين ڪيفيتن مان اوچتو ڪا اندلث اُڀري لکڻ لاءِ اتساهي ڇڏيندي آهي ۽ پاڻ پوءِ انهن پيچرن تي هلي پوندا آهيون. جيڪي اڻ ڏٺل هوندا آهن. راهن ۾ ڪنڊ اچيندا آهن. روح زخمي ٿي پوندو آهي. پر ان اذيت ۾ جا لذت محسوس ٿيندي اٿم ان کي لفظن ۾ شايد ئي بيان ڪري سگهان! اذيت جيڪا محبت جي سرچشمي مان سيراب ٿيندي هجي اها وجود کي ڪيئي رنگينيون عطا ڪري ٿي ۽ فنڪار جي اندر ۾ ڪيئي نوان

گل نکرن ٿا. ڪيترين بهارن جي آمد جو اعلان ٿئي ٿو. زندگيءَ سان تعلق جي نئين تاويل ٿئي ٿي تجديد ٿئي ٿي. منهنجو اهو وهم آهي يا حقيقت تہ منهنجون ڪهاڻيون محبت جي سرچشمي مان سيراب ٿيل اذيتن جو اولڙو آهن. جن ۾ مان پنهنجي وجود جون ڪيئي رنگينيون پسان ٿو پسايان ٿو ۽ پڻ انهن اذيتن مان لذتون ماڻيندو ٿو رهان جيڪي لذتون رڳو ڪنهن آرٽسٽ جي ئي مقدر ۾ لکيل هونديون آهن بقول اصغر گونڊويءَ جي هن شعر جي تہ:

*زخم آپ لیتا ہوں، لذتیں اُٹھاتا ہوں،*
*تم کو یاد کرتا ہوں، درد کے بھانے سے۔*

**بهادر ٽالپر**

## مهاڳ

# فوڪس ڪان ٻاهر زندگي

ادب جي دنيا بلڪ ڪهاڻيءَ ۽ ناول جي هڪ عظيم نالي ڪافڪا (FRANZ KAFKA) پنهنجين ڪهاڻين ۽ ناولن ۾ رائج ٽيڪنڪ ڪان هٽي ڪافي نوان تجربا ڪيا آهن. ڪافڪا لاءِ اهو مشهور آهي تہ هن حقيقت نگاريءَ کي هڪ نئين اسلوب ۽ انداز سان متعارف ڪرايو آهي ۽ اهڙيءَ طرح ڪافڪا جا ڪردار ’THE CASTLE‘ ۾ مسٽر ’K‘ ۽ ’TRIAL‘ ۾ بہ ’K‘ جنهن مجبوريءَ ۽ بي وسيءَ جي اندوهناڪ ڪيفيتن مان گذرن ٿا. خود ڪافڪا پنهنجي زندگيءَ ۾ شادي شده محبوبہ ’ملينا‘ سان محبت ڪندي بہ ان کي حاصل نہ ڪري سگهڻ واري ڪيفيت مان گذري ٿو. 1924ع ۾ ڪافڪا هڪ ٽي. بي سينٽوريم ۾ گذاري ويو ۽ ويهن سالن کان پوءِ ’ملينا‘ (JESENKA MELINA) جرمن نازين جي ڪنسنٽريشن ڪيمپ ۾ عذاب سهي سهي 1944ع ۾ گذاري ويئي.

دنيا ۾ سڀ ماڻهو جيڪي ڪجهہ بہ رکن ٿا، ان کي وڃائڻ جي پويان ڊوڙن ٿا ۽ جيڪو ڪجهہ هٿ ۾ ڪونهي تنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ واجهہ وجهن ٿا. لاحاصل کي حاصل ڪرڻ جا خواب ڏسندا رهن ٿا. دنيا ۾ اها ڪشمڪش ئي دک جو زبردست انيئو آهي، جيڪو انسان

محسوس ڪري ٿو. شايد اهو ئي زندگيءَ جو حاصل آهي، جيڪو ٻي صورت ۾ لا حاصل بہ آهي.

دنيا جو هر ماڻهو جيڪو Posses ڪري ٿو ان کان گهڻو وڌيڪ جو هو گهرجائو آهي. اهو انسان جي فطرت ۾ رکيل ڪمزوريءَ جو هڪڙو مثال آهي، جنهن فطرت کي سمورا مذهب ۽ سمورا فلسفا ۽ فڪر ۽ 'ازم' بہ بدلائي نہ سگهيا آهن ۽ ايندڙ وقتن ۾ بہ نہ بدلائي سگهندا!

جديد عهد جيڪو ويهين صديءَ جي شروعات کان ۽ اوڻويهين صديءَ جي آخر کان ڳڻڻ گهرجي، گذريل صدي انسان جي لکين سالن جي تجربي جو نچوڙ هئي، جنهن ۾ صنعتي دؤر جي اچڻ کان پوءِ انسان پنهنجي پاڻ کي ڪجهہ وڌيڪ اڪيلو محسوس ڪرڻ لڳو ۽ ان ئي صديءَ ۾ لڳل بہ مهاڀاري جنگيون ۽ ايٽم بم جو تجربو شايد ماڻهوءَ کي اڃان بہ گهڻو اڪيلو ۽ ويڳاڻو ڪري ويو. يورپ، آميرڪا، لئٽن آميريڪا ۽ ايشيا جي سرزمين جيڪو بارود چکيو ۽ جيڪو رت جذب ڪيو سو جي گڏجي وهي ها تہ درياءُ بڻجي وڃي ها! انسان پنهنجي تهذيبي ترقيءَ جي انتها تي پهچڻ بعد بہ بگهڙ ۽ چيتي جهڙي فطرت جو مظاهرو ڪري رهيو هئو. انسان جي اهڙيءَ صورتحال بعد 'ڪيرڪگرد'، 'سارتر' ۽ نتيشي جهڙا وجودي فلسفي پيدا ٿيا. وجوديت ۽ سريئلزم تحت ادب ۽ آرٽ تخليق ٿيو.

هتي هن ڪتاب جي ليکڪ مير بهادر ٽالپور حالانڪ سندس فن ۽ ادب ۾ ڪو بہ نظريو ڪو بہ فلسفو ۽ ڪوبہ منطق ڏسڪس نہ ڪيو آهي ۽ ضروري بہ ڪونهي تہ ادب کي ڪن فلسفن ۽ نظرين جو تابع بڻائجي. منهنجو ذاتي خيال آهي تہ زندگيءَ ڏاڍي سادي آهي، جڏهن تہ نظرين، مذهبن ۽ فلسفن ان کي پيچيدو بڻائي ماڻهو کي پلائي وڌو آهي.

بهادر ٽالپور بہ پنهنجين لکڻين ۾ نہ ڪي Universal Themes استعمال ڪيا آهن ۽ نہ وري انهن ۾ نظرين جو رنگ پريو آهي، هن سادي زندگيءَ ڪي سادگيءَ سان بيان ڪرڻ جي هڪ سادي ۽ ننڍڙي ڪوشش ڪئي آهي. سادن ڪردارن جون ساديون ڳالهيون ڏسڪس ڪيون آهن. انهن ڪهاڻين کي 'نسيم کرل' يا 'جمال ابڙو' لکي ها تہ شايد هر ڪهاڻي جو ڪلائيميڪس پڙهندڙ کي ضرور چرڪائي وجهي ها! پر مير بهادر جي ٽيڪنڪ تي گرفت ڍري هجڻ ڪري هن جي ڪهاڻين کي جيڪو تاثر ڏيڻ کپي ها سو نہ ڏئي سگهيون آهن. جيڪا ڳالهہ نشاندهي ڪري ٿي تہ هو پنهنجي مطالعي ۽ فڪر کي وسيع ڪرڻ سان ان صورتحال کي Cover ڪري سگهي ٿو.

ادب جي باري ۾ ڊبليو ايچ آڊن جي ان فقري سان متفق آهيان تہ 'Poetry Makes nothing happen' آڊن اهو جملو ٻي عالمگير جنگ جي تباهہ ڪاريءَ تي لکيو هو. جنهن دنيا کي جرمن شاونزم جي ڪارگذارين جو تحفو ڏنو هو.

هڪڙو وقت هو جو ڪهاڻيون 'شهرزاد ' جي نالي سان شروع ٿينديون هيون. ظالم بادشاهہ، مڪريلي راڻي، جفاڪش شهزادي، پرانهين ملڪ جي خوبصورت شهزادي، ظالم جادوگرياڻي، ڪوهہ ڪاف جبل، گل گامش جي سفر تي مشتمل احوالن ۽ بهادر ۽ غريب پنڌو جي حال احوال سان سينگاريل هونديون هيون.

اڄ بہ جيڪڏهن ڏِسجي تہ دُنيا ۾ لکيون ويندڙ ڪهاڻيون فارمولا ڪهاڻيون ئي آهن. دُنيا ترقي ڪئي آهي؟ تہ ڪهاڻي بہ ترقي ڪئي هوندي! پر منهنجي خيال ۾ ماڻهوءَ جي ۽ دنيا جي ڪهاڻي ٻن لمحن ۽ ٻن لفظن جي ڪهاڻي آهي ۽ بس! ڪالهہ بہ دُنيا ۾ چار ڪِردار رهندا هئا ۽ اڄ بہ دُنيا ۾ ظالم بادشاهہ، خوبصورت شهزادي، ظالم جادوگرياڻي

۽ بهادر پڇتائي رهن ٿا؟ ۽ پنهنجي زندگي ڪن ٿا بيشڪ ڪير مڃي يا نہ مڃي، ماڻهو جي ۽ دنيا جي ڪهاڻي بس ٻن لمحن ۽ ٻن لفظن جي ئي ڪهاڻي آهي، جيڪا تخليقڪار بيان ڪري ٿو ۽ ان بيان ڪرڻ کي محسوس ڪري ٿو ۽ بقول هن ڪتاب جي ليکڪ جي ڀوڳي ٿو. سو بلڪل هڪڙو نرالو تجربو آهي، جنهن تجربي ۽ هورا کورا مان اُپنشد لکندڙن کان وٺي وڏا عالم فلسفي سائنس دان ۽ تخليقڪار گُذريا آهن. پنهنجي فن ۽ Commitment سان وابستگي ماڻهو جي اندر ۾ ڪپ ڪوڙي وڻل ڏپ يا ماڻهو جي دماغ ۾ چنبڙيل ڪنهن آڪٽوپسي جيان خوف ماڻهو کي نهوڙيو وجهي. ڇا گوتم بہ ان هورا کورا مان گُذري رِڻ جو راهي نہ ٿيو هو؟ ۽ سمورن فنڪارن، ليکڪن، موسيقارن، چترڪارن ۽ گائڪن جي اندر ۾ غم جو بوڙينڊو وڄندو ٿو رهي.

سنڌي ڪهاڻي جيڪو اوج 60 ۽ 70 وارن ڏهاڪن ۾ ماڻيو سو اوج ان کي گُذريل پنجٽيهن چاليهن سالن کان نہ مِلي سگهيو آهي. ان جو سبب ڪهاڻيڪارن جو ٽيلي ڊرامن ڏانهن هليو وڃڻ هو يا وري چُپ ٿي وڃڻ هو؟

گُذريل 40 سالن کان سنڌ جي سيناريو ۾ جيڪو ڀونچال متل آهي، جيڪي سياسي اُٿلون، پُٿلون آيون آهن، سنڌي سماج سان جيڪي قهر ٿيا آهن تن جوڙي ايڪشن جيڪو اسان جي ادب ۽ آرٽ ۾ اچڻ کپي ها، سو بِلڪل نہ آيو آهي. منهنجي سينئر ليکڪ ۽ دوست غلام نبي مغل جي ڪجهہ ناولن ۽ امر جليل جي ڪجهہ لِکڻين کان سواءِ اسان جي ادب ۽ آرٽ جو ميدان ان سموري سياسي سماجي ۽ معاشرتي تبديلين کان وانجهيل رهيو آهي؟ ڇا ان جو سبب اسان جهڙن ڪِن اديبن جو شطر مرغ جيان واريءَ ۾ مُنهن لِڪائڻ هو؟

بلاشڪ ان سڀني دؤر ۾ اسان جي صحافت ان سڀني Situation کي بهتر طريقي سان چِٽيو آهي، پر ادب جو ميدان ان سڀني ڪار گذاريءَ کان پري رهيو آهي. علي بابا کان وٺي اڪبر سومري تائين سڀ ڏوهاري آهيون. عبدالقادر جوڻيجو ڏوهاري آهي، مُراد علي مرزا ڏوهاري آهي، قمر شهباز ڏوهاري آهي، شوڪت حسين شورو ۽ مشتاق شورو ڏوهاري آهي، طارق عالم ۽ اياز عالم ڏوهاري آهي، مدد علي سنڌي ڏوهاري آهي، ماهتاب محبوب بہ ڏوهاري آهي. ان سڀني پيڙهيءَ سنڌي ڪهاڻيءَ کي مايوس ڪيو آهي.

دُنيا جيڪا ڪالونائيزيشن جي عمل مان گُذري هاڻ نيو ڪالونائيزيشن جي دؤر کان بہ اڳتي اچي ’فري مارڪيٽ‘، پرائيويٽائيزيشن ۽ گلوبلائيزيشن جي عمل مان گُذري پئي، جيڪي سيئي Terms ورلڊ بينڪ، آءِ ايم ايف ۽ ورلڊٽريڊ آرگنائيزيشن جا ايجاد ڪيل آهن. ڪمپيوٽر ايج انسان جي ذهن تي سوار آهي.

اليڪٽرانڪ ميڊيا جي هن دؤر ۾ جڏهن جاپان، امريڪا ۽ يورپ جا ماڻهو پنهنجن اديبن جي ڪتابن جون لکين ڪاپيون خريد ڪن ٿا. ڪيرالاجي ڇوڪري آرنڌتي راءِ (Arundhati Roy) جو ڪتاب ’بوڪر پرائيز‘ کٽڻ بعد چاليهن ٻولين ۾ ترجمو ٿي 60 لک ڪاپيو وِڪرو ٿئي ٿو تہ پوءِ سنڌي ڪتاب هزارن جي ڇاپي منجهان هاڻ ڪجهہ سئو ڪاپين تي ڪيئن پهتو آهي؟

سنڌين جي آبادي ڇئن ڪروڙن تي پهچي ويئي آهي ۽ اُن قوم جو ڪتابن سان چاهہ گهٽجي ويو آهي. اُن جو سبب ڳولڻو آهي.

بهادر ٽالپر جي ڪهاڻين پڙهڻ کانپوءِ محسوس ٿئي ٿو تہ ليکڪ وٽ اڪثر سماجي ۽ معاشرتي موضوع آهن، جن تي هِن وس آهر پنهنجي ساءِ ڪافي محنت ڪئي آهي. هڪ نئين نڪور

ڪھاڻيڪار جيان هِن جا Emotion ڪافي جاندار آهن ۽ هِن وٽ جيڪو Passion آهي، سو شايد ٻين نئين ٿهيءَ جي ڪھاڻيڪارن وٽ ورلي مِلي.

ڪافي ڪھاڻين جا موضوع نوان آهن، جن تي اڳ ڪڏهن نہ لِکيو ويو آهي، پر آرٽ ۽ڪرافٽ جي سخت ڪارب مان نہ گُذرڻ جي ڪري اُهي اڻوڳيون ٿيون لڳن، جنهن مان ليکڪ جي فن جي واديءَ ۾ ڀٽڪڻ ۽ اوجاڳا ڪرڻ جوڳ پچائڻ واري صورتحال مان نہ گُذرڻ جو اوس انديشو ٿئي ٿو. دُعا آهي تہ بھادر ٽالپر مطالعي کي مسلسل پنهنجو رهبر بڻائيندو.

بھادر ٽالپر جي ڪھاڻين ۾ گونا گون موضوعن ۽ منظرن جي گهڻائي تہ بلڪل آهي، پربھادر اُنھن کي فن جو رندو نہ هڻي سگھيو آهي. جنهن ڪري ڪھاڻين ۾ تشبيهون ۽ منظر ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ زمان ۽ مڪان جي بہ اڻ هوند محسوس ٿئي ٿي، پر اُن جو مطلب هيءُ هرگز ناهي تہ هِن کي ڪھاڻي جي تاڃي پيٽي جي الف ب جي بہ ڪا خبر ڪانهي، هو ڪھاڻي لِکي سگھي ٿو.

ڪھاڻي ’خواب رستا‘ جو موضوع ۽ مضمون ڪافي بھتر آهي، اُن ۾ ٿورڙو آرٽ ۽ ڪرافٽ ڏيڻ سان اها بھترين ڪھاڻي ٿي پئي سگھي. بھرحال بھادر ٽالپر پاڻ مڃي ٿو تہ هو ڪھاڻين ذريعي پاڻ کي دريافت (Invent) پيو ڪري. وقت ئي وڏو منصف آهي، جيڪو هر فنڪار جي فن جي زندگيءَ جو تعين ڪندو آهي.

بھادر چواڻي تہ ليکڪ جڏهن تخليقي عمل مان گُذرندو آهي تہ ڪيس پنهنجون اوڻايون آرسيءَ ۾ مُنھن مھانڊي جيان پيو ڏِسبيون آهن.

بھادر جي هنن ڪھاڻين ۾ ڪرافٽ، آرٽ ۽ ڪھاڻيءَ جي اُٺت منهنجو مطلب هرويرو ’اوهنري‘، ’موپاسان‘ جي تعين ڪيل اصولن

ڏانهن ڪونهي ڇو تہ هر ليکڪ وٽ پنهنجو الڳ Vision ۽ الڳ آرٽ ۽ ڪرافٽ هوندو آهي، پر ٽيڪنڪ بہ الڳ هوندي آهي.

ڪهاڻين ۾ پيار ڪندڙ وجودن جو ذڪر آهي، پر اُنهن جي جذبن جي گهرائيءَ کي Proper پينٽ نہ ڪرڻ ڪري ڪِردار واضع نٿا ٿين. ڇڙ اولڙا ۽ عڪس آهن، جيڪي ڇرن پرن ٿا. اتاولن، غريبن، يتيمن، ڏُتڙيل ماڻهن جو ذڪر ۽ ليکڪ جي اندر جا اهاءَ ضرور مِلن ٿا، پر Metaphors ۽ منظرنگاريءَ کان سواءِ ڪهاڻيون پنهنجو Impact اوترو نٿيون ڇڏين جيترو ڇڏڻ کپين.

بهرحال ان هوندي بہ هيءُ ڪتاب ’زندگيءَ جو رستو‘ جيئن تہ بهادر جي پهرين ڪوشش آهي، اُن ڪري اُميد آهي تہ هو پنهنجي ٻئين مجموعي ۾ سنڌي ادب کي ان کان بهترين ڪهاڻيون ڏيندو ۽ پنهنجين ڪچاين/ڦڪاين تي پاڻ ئي نظرداري ڪندو.

بهادر ٽالپر وٽ نوان نويلا مُڪڙين جهڙا جذبا موجود آهن. هِن جي اندر ۾ ڪنواريءَ جي جوڀن جهڙي جُوالا مُکي اُپامي ٿي، جنهن ڪري اسان کي آسرو آهي تہ بهادر جون ايندڙ ڪهاڻيون هنن کان وڏيڪ بهتر هونديون.

**اڪبر سومرو**

20 آگسٽ 2008ع

ڪوئيٽا

# رشتن روڳ آچيا

الائي ڪٿان ڪو اٿائو واءُ وريو جو سيئي رشتا ناتا پپر جي وڻ جي سڪل پتن جيان ڇاٽيو هليو ويو! ماڻس تہ سنڌءِ ڪچڙي وهي ۾ ئي پٽس جي مرڻ تي وچي ٻيو ڪانڌ ڪيو. اڪيلي ٻار جي جيجل جو مُک اجا تہ تازي ايرنڌڙ سورج جي سونهري ڪرڻن سمان پئي جرڪيو.... انهن سونهري ڪرڻن تي بخشو جي ڪا ازلي اک هئي. جو تاڙ ۾ ويٺو هو تہ ڪنهن سمي ٿو مراد جو مرڻ ٿئي! سدوري جڏهن ڪنوارپڻي جي موسم مان گذري پئي تڏهن بہ بخشو تہ ڪيترائي واجهہ وڌا هئا "سنڌءِ ڪنوار ٿئي تہ اها ٿئي" هن ڪيترائي حيلا هلايا پر موسم سندس حق ۾ نہ منٽي هئي تہ نہ مٽي! تڏهن اکين جي آڪاس ۾ ساوڻ رُت جو سمولهي آيو هوس سدوري جي سدا ملوڪ پيرن ۾ جڏهن مراد سان شادي جي ڇم ڇم ڇير ٻڌائون تڏهن اها موسيقي سنڌءِ محبت لاءِ وڏي ٽرئجڊي ڪٽي آئي هئي. هن پنهنجي پر ۾ پاڻ سان واعدو ڪيو هو .... " سدوريءَ جي محبت زندگيءَ ۾ ڪڏهن نہ ڪڏهن پائي پوءِ ئي دم ڪٽندس" مراد جيڪو اجا پنهنجي جوين جي پهرين ڏاڪن تي ئي رسيو هو تہ ڪينسر جهڙي موذي مرض ڪمهلو

اچي سندءِ وجود سان ويڙهاند شروع ڪئي. مرض جڏهن ماڻهو جي وجود ۾ وسندا آهن تہ زندگيون اجڙنديون آهن. هڪڙي ماڻهو جي وڃڻ ڪري ڪيترائي جيوَ زندگي جي رڻ ۾ رلي ويندا آهن. پڻس مراد پوپان ڪا پونجي بہ تہ ڪانہ ڇڏي هئي؟! پلا مرضن سان مهاڏو اٽڪائيندڙن بہ ڪڏهن پوپان ويڙها وسندڙ ڇڏيا آهن ؟!! جميل جي زندگي پڻنس پڇاڙيءَ ۾ ماڻس جي ٻئي ڪانڌ ڪرڻ ڪان پوءِ ڪنهن شهر جي اهم چو سول تي ماڻهن جو ڏيان ڇڪائيندڙ ڪو اشتهار بنجي پئي؟ بخشو سندس ويڳو پيءُ سندءِ جيون جي ڦلواڙيءَ جو مالهي بڻجڻ بدران اُن جي ويراني جو ڪارڻ ٿيندو ويو ماڻس جي محبت سندءِ پيءُ مراد جي مقدر ۾ آئي جهڙي نہ آئي. پر بخشو جي برهہ تہ ضرور پنيپلائي وڏس جو پٽيني جي چاول پٽ ڪي بہ فراموش ڪري ڇڏيائين ۽ وچي نئين ور سان ورونهن ڪيائين. هُو سندءِ نئين گهر ۾ ڇوري ڇني ٻار جيان آڏو ابتو تڪر پور ڪائي ڪي ڪٽيون منيون اوڳرايون ڏئي جيون جا پل ڪنهن قيدي جيان ڪاٽي رهيو هو. پڻس جون يادگيريون ايندڀون هوس تہ ٻپر جي سڪل ٻُوريءَ جيان سارو وجود ئي ڇڻ ڇڻيل محسوس ٿيندو هوس. بخشو جنهن جو اصلوڪو نانءُ بخش علي هو پر لوڪ وارن بخشو.... بخشو تي پڪاريس تنهن جو تہ ساڻس ڪو ورهين جو وير هو جو هو سندس رقيب مراد جي پوپان ڇڏيل پهرين ۽ آخري نشاني هوا! تنهن ڪڏهن ٽڪ تہ ڪڏهن بُجو پئي جميل جي نصيب تي رکيو .... ڇي! ”اپاڳا اهڙو ڪو ڇندبو نڪتين جو پڻهين مراد جو سر وڃايئي ۽ هاڻ اچي منهنجي ڪڍ لڳو آهين.“ بخشو تہ سندءِ پيءُ مراد لاءِ ڪو نہ پئي ڪجيو.... پر مٽس جو باهہ ڇندڻي پئي پيس تڏهن پئي مراد ڪي بہ وچ ۾ آندائين. بخشو جا

اهڙا اليل جملا ٻڌي سنڌ اندر ۾ اڏما جاڳي پوندا هئا! هي مرون ٿيو آهي مون کي ائين چوڻ آکڻ وارو .... مُڇن ۾ ڪجهه انگور جان تہ رکانس خبرچار....“

پوءِ ڪي پل گذرڻ پڄاڻا سنڌ اهي اڏما چُلهہ جي رک ۾ رهيل ڪجهہ چڻنگن جيان پاڻ مرادو ٺري ويندا هئا. تڏهن آسمان ۾ نظر ڏري وري هيٺ زمين ڏانهن تڪڻ لڳندو هو.... آسمان ۾ هو ڪنهن هستي ڏي دعائيہ نظرن سان تڪيندو هو ۽ زمين ڏي ڏسندي ڪيس سوچ ايندي هئي تہ ”بخشو ۾ بہ ڪيڏو نہ غرور ڀريل آهي؟ آخر تہ هن ڏرتيءَ ۾ ئي داخل ٿيندو نہ ....“ بخشو جي گهر ۾ هڪ خسيس نوڪر وانگر هن چاڪيءَ جو ڏاند بنجي پئي جوڳ ڏني لوڪ وارن تہ لکي وڌو تہ ويڳو پيءُ ويڳي پٽ جي جيجل سان الوليون ماٽي ڪيئن نہ پيو سنڌ پٽ جميل سان ڪلور ڪري ..... جميل پنهنجي جيڏن سرتن همعمر ڇورن ڇنيرن سان بہ پيو سلي ساٽس ڪلورن جون ڪهاٽيون پر ڪير هو هن پينگئي سماج ۾ جو ساٽس همدردي ڪري ڪو حوصلو اربي ها ۽ ٻجو رکي ها بخشو پڙوي جي نصيب تي .... هن سماج ۾ ڪيترن دکي انسانن ۽ ٻي واهن ڇورن اڳ ڪو گهٽ ڀوڳيو هو .... ۽ ساٽن ڪنهن ڪنهن همدردي ڪئي هئي؟! اردو ۾ جيئن چوندا آهن؟ ”سرڪي بازي سر اٿهائي“ ائين ئي جميل کي اڪيلي سر اهو جهنم ڀوڳڻو هو. پر آخر تہ هو هڪ انسان هو ۽ سنڌ ڪچڙي وهيءَ لاءِ ٿاڪ منجهند جو ڪاڙهو بہ خوب تتل هو. هو ڇورن ڇينيرن سان دک درد ونڊي اڪين جي آڪاس مان وڏ ڦڙو وسائي ويهندو هو.... ساوڻ رُت بہ دک درد ڀوڳيندڙ سيرن سريرن جا در اڇي پيٽيندي آهي. ائين ئي اها مند ڪڏهن سنڌ بہ اچي سلام ڀريندي هئي. پيءُ جي وڇوڙي جو

ويراڳ ڪچڙي وهيءَ ۾ جيون جا آچيل جو ڪم، ماڻس جو پنهنجي موهه ۾ مرندڙ جواني کان شڪست کائي بخشو جي برهه ڏانهن ڇڪجي نيٺ سنڌءِ نينهن واري نڪاح ۾ هليو وڃڻ .... هو اهي سپ صدما سليندي ڪڏهن ميڻ بتي جيان ڳاڙهو لال شعلو ٿي ويندو هو ته ڪڏهن اکين مان جرهاريندي پنهنجو پاڻ ئي اجهامي ويندو هو.

هُو تهائين گهڻو ان سمي اجهاڻو جڏهن ماڻس کي بخشو پيٽان پهريون پٽڙو ڄائو ته ماڻس جي دل مان سندس لاءِ ذرو پرزو پيار به ڪنهن ڪڙي ويل تاري جيان اجهامڻ لڳو. هاڻ بخشو به اڳ کان وڌ مٿس باهوڙ جي ٿي آيو. جو ڪل هوس ته ”سدوريءَ جي جهولي چنڊ جهليو آهي. سا ڪيس هاڻ ايتري اهميت نه ڏيندي، ڳوٺ جي لچ لوفرن جي اک به هاڻ جميل جي جوانيءَ تي هئي. ڪين سڌ هئي ته ماءُ جي محبت کان وانجهيل ۽ بخشو جي ڏڪاريل ڇوري ڇني ٻار لاءِ ٻي جڳهه ڀلا هوندي به ڪٿي؟! هن کي زندگي ۾ضرور ڪن آسائشن جي طلب هوندي؟ هو ته ڪنهن جي پيار لاءِ به پياسو هوندو؟ سندس پيءُ مراد ڪيس ننڍي لاڪون ئي اڪيلو ڇڏيو هليو ويو .... ماڻس جيڪا محبت ڏئيس ها. سان بخشو جي برهه ۾ ڦاسي هرٽيءَ جي ٻچي جيان ڪيس رڻ ۾ رولي وئي تن راز رمزون هلائي ڪٽي پنهنجي وڪڙ ۾ سوڙهو ڪيو. بخشو جي باهه جو سيڪيل وجود هاڻ لچ لوفرن جي سرد آهن ۾ پنهنجو سرير ٺارڻ لڳو. پئسا پنجڙ توڙي ٻيون ڪيسي جون خرچيون جيڪي بخشو واري پينگئي گهر ۾ ڪيس نه ٿي مليون سي ڪوڙ ملڻ لڳس. هن پورب پار کان پاڻ لاءِ نئون سج ايرندو ڏٺو هڪ اهڙو سج جيڪو سنڌءِ جيون مان انڌيرا هڪالي ڪيڻ لاءِ ئي ايري آيو هو. هن خوش فهمي واري اها روشني ڏٺي ته سارو روح ئي سامت ۾ اچي ويس.

هن سگريٽ سوپاريون ۽ پان مصالحا بہ پنھنجي معمول طور واهپڻ شروع ڪري ڏنا هئا تہ لچ لوفرن جي سنگت ساٿ ۾ مين پڙيون ۽ گٽڪا بہ مھماني طور آڇجڻ لڳس. هاڻ بخشو جي در جو پاٽي بہ سنڌءِ لاءِ وھہ جو وٽو هو. ڏک، سکن جي سونھن هوندا آهن. ڏکن پڄاڻان سک ٿي ماڻيائين شايد سُڌ نہ هوس تہ اهي چئن ڏينھن جو چمڪو آهن ۽ پوءِ انڌيرن ۾ پٽڪڻ سندس مقدر هوندو؟!.

ڪيترائي ڏينھن جڏهن هو بخشو جي در تي نہ آيو تہ سدوريءَ جي من ۾ جميل جي اڻ هوند ڪجھہ اڻ تڻ جاڳائي وڌي.... پر ڪيس تہ جميل سان بخشوءَ جي رويي جي بہ خبر هئي ۽ پاڻ بہ ان ڏوھہ ۾ برابر جي شريڪ هئي جو هن مٿس هٿ رکڻ بدران ڪڪڙ جي چوزي جيان ٽنگوري ڇڏيو هو. سا ڪجھہ پلن لاءِ سوچون سوچيندي پاڻ مڃائي ويھي رهي....!

وقت جي نديءَ ۾ پاڻي جا ريلن مٿان ريلا پئي وهندا ويا ۽ جميل جهڙا ڪيئي جواني جي نشي ۾ ڏت پئي لھوارا ٿيندا ويا .... نشو جميل جي نس نس ۾ سمائجي چڪو هو. وقت جي ريلن ۾ وهندي مُنھن ۾ مڇون بہ ٿاهوڪيون اڇي انگوريون هوس. ڏاڙهيءَ جو فصل بہ اڇي ڏاٽي وجھڻ جهڙو ٿيس. پر گڏ گڏ نشي ڪري سرطان جهڙو ڪو مرض بہ اندر ۾ اسرڻ لڳس. لچ لوفر جن ڪيس پئسا پنجڙ ۽ ڪيسي جون خرچيون ٿي ڏنيون ڪنوڻ جي تجلي جيان سنڌءِ جيون ۾ اچانڪ چمڪي ڪيڏانھن گم ٿيندا ويا. جو هو سندن ڪم واري وهي وارا سڀ ڏاڪا مٿي چڙهي چڪو هو! مين پڙين، گٽڪن ۽ ٻين نشن جو ماريل جميل هاڻ پورب پار کان پنھنجي جيون ۾ ايري آيل نئين سورج کي اجھامندو ڏسي رهيو هو. سيني رشتن ناتن جي ڏوڙ ڇاٽي هو هاڻ

اندر ئي اندر روز ”مري جي“ رهيو هو جڏهن خيال ٿي آيس پنهنجي کيسي ڏانهن ڏسڻ جو .... تڏهن مايوس ٿي درد جي سٽ اندر ۾ اڏمو بنجي ٿي اٿيس، مين پڙين،گٽڪن ۽ ٻين شين جي نشي بدن ۾ ڇهندڙيون پئي پاتس! ڏاڙهي ۽ مڇون ايتريون وڏي ويس جو هو بظاهر هڪڙو حقير فقير بنجي پيو. بدن تي پيل لٽا ڪيترا مهينا نہ ڌوپڻ سبب ميروٽڙا فقيراڻا بڻجي پيس هو ان ويس ۾ سماج ۾ گدا شفا لاءِ لهي پيو. ان مان جيڪي بہ پئسا ملنس ڪجهہ روزي روٽي تہ ڪجهہ نشي پٽي ۾ هليا ويندس .... آخر لوڪ بہ لکي وڏو تہ هي چالاءِ ٿو پني .... “ پوءِ اها واهہ بہ هٽان ويس. هاڻ هڪ تہ نشي اچي نماڻو ڪيس تہ ٻئي طرف سندس اندر ۾ سرجيل مرض بہ لڳو ڪيس سُري وانگر کائڻ! سندءِ جيون جا ڏهاڙا هاڻ بخشو واري قيد کان بہ خوفناڪ ۽ ٽريجڪ ڪٽجڻ لڳا. بي واهي مريض لاءِ سوسائٽي وٽ ڪوبہ مسيحا ڪونہ هو.

جيڪو هن جو علاج ڪري ها ۽ دوا درمل ڏئي سندءِ وجود ۾ ڪو شفا جو ٻج ڇٽي ها .... هن پنهنجي آسپاس ڏٺو سڀ رستا بند هئا صرف هڪڙو ئي رستو کليل ڏٺائين .... جيڪو موت جي وادي ڏانهن وڃي رهيو هو .... زندگيءَ جي فت پاٿ تان هن اٿڻ جي ڪوشش ڪئي تہ جيئن موت جي وادي واري رستي ڏانهن وکون کڻي! تيستائين کيس زهر آلود رت واري الٽي اچي وئي. رشتن جا سڀ جراثيم الٽي ۾ ساهہ کڻندي محسوس ڪيائين. پوءِ هُو موت جي وادي واري رستي ڏي وکون کڻندو اڳتي نڪري ويو.



## عشق جنين سر آيو!

هن کي هر ڪو پيو ڪرمون چريو سڏيندو هو .... لوڪ جي نظرن ۾ جيڪو چريو ٿي پوي ته اهو ڪنهن جي نظرن ۾ پيلا ڏاهو هوندو؟! هڪ ڳالهه ساهن ۾ هئي جيڪا ئي شايد سندس چريائپ جو سبب بنجي آئي هئي. اها هئي سندس غربت! ڪرمون جي بدن تي لٽا پراڻا ۽ ڦاٽل هئا. شيوَ ته ڪڏهن ايتري وڏي ويندي هوس، جو غريب کي مفلسيءَ سبب بليڊ به هٿ نه لڳندو هو. تنهن ڪري هي به بين مفلس ماڻهن جيان اچي ويو چريائيءَ واري چڪر ۾!!

ڳوٺ جي جنهن گلي / گهٽيءَ مان گذري ته اتي هنگامو برپا ٿي وڃي. ”چريو چريو.... ڪرمون .... چريو هن ويچاري لاءِ سماج زندگيءَ جا ڏهاڙائي تنگ ڪري وڌا هئا. نه ڏسن سندس سونهاريءَ کي جنهن ۾ ڪارن وارن جي گهڻائيءَ ۾، ڪجهه ڪٽا اڇن جا به هوس نه ئي سندس وهيءَ جو ئي ڪو ويچار هئن! بس هو ته هئا ننگا ۽ اگهاڙا. وتيا ٿي وئرٿ نچيا ۽ ٽپيا! ڪرمونءَ جو ڏنڊو هو مال چارڻ. سج جڏهن پنهنجو چمڪندڙ چهرو مٿي ڪڍندو هو ته ڪرمون سڄي ڳوٺ جي گوهر کي تاڙي نڪري پوندو هو جهنگل ڏي. پوءِ مينهن جي ڪارين پنيور ڳچين ۾ ٻڌل چڙن مان اهڙي ته مڌر موسيقي ڇڙي پوندي هئي جو چارڻ جو چنگ ئي مات ڪائي وڃي. هُو انهن چڙن جي موسيقي تي گيت جهونگاري ويهندو هو. گيت مٿان گيت، جڻ سُرن جون ساوڻيون وسنديون هجن، جوين جا جلوا جلترنگ ٿيندا هجن.

ڪرمون چريو.... چريو وارا بي سُرا ۽ بي حيا آواز جڏهن ڪنين پوندا هوس تڏهن، هيڪر تہ چِڙڪي اٿندو هو. انهيءَ اچانڪ شاڪ تي، سوچڻ جا ڪاريهر بہ جدا وڻ ويڙهي جيان ويڙهي ويندا هوس ڇا واقعي ئي تون چريو آهين؟! جي لوڪ ائين ئي ٿو ڪوٺينئي تہ پوءِ ڪيترو بہ ڏاهو ڇو نہ ڇوين پاڻ کي! پر سڏبين وري بہ چريي جو چريو....!

هو واندڪائي ويل، پنهنجي سائي، سڪٽي سماج جي اڏنگيءَ چال تي خوب سوچي ويچاري، انت ۾ وڏو ٺهڪ ٻُرائي، هلڻ لڳندو هو. پوءِ ڪجهہ پل ان ڳالهہ کي ئي لنوائي ڇڏيندو هو تہ ”واقعي هُو ڪو چريو بہ آهي ڇا؟!“ ڪرمون جي زندگيءَ جي پهرين صبح جڏهن هُو ماءُ جي سائي سياڳي ڪُک مان گهرڪي آيو. ڪيڏي نہ سُندر ۽ سهڻي هئي. سندس ابي ڪيس هنجهہ ۾ کڻندي ئي، ڏٽيءَ جو شڪر ٻجا آندو هو سندس ماءُ جيڪا ويم جي سُورن ئي ساٽي ڪري وڏي هئي — جڏهن سندس اوٺان .... اوئان .... ٻڌائين تہ سُورن جون سيئي سٽون ئي وسري ويس دائيءَ ۽ جيڏين سرتين جي مبارڪن جا مينهن وسي ويس، سندس ابي ۽ امان جون اکيون، خوشيءَ هاٺن لڙڪن ۾ رجي ويون. سندس ڄمڻ کي، هن جي پيءُ، الله جو ڪرم ڄاڻي، کڻي نالو ئي ڪرم الله رکيو. سندس ڇٽيءَ ڇهين ڏينهن، مٺين مُنهن منائي ڪائي، لوڪن ٿي لوڏون ڪيون ڪرم الله جو پيءُ دين محمد تڏهن ڇڱي چوکيءَ وارو هو. وٽس سئو جريب زمين هئي ڪمدار ڪوٺار توڙي تر جا ڇڱا مڻا ماڻهو پيا سندس آڏي ٽيڏي ۾ گذاريندا هئا. مڙس هو بہ ڪو مٿير هو، جو سيني جي منافقي کي مُنهن ڏيو بيٺو هو.

ڪرم الله اڄ ڪاني تہ سُياٽي ڪانو! نيٺ اچي جوانيءَ واري جوڳ کي رسيو! مُنهن تي مڇون ۽ ڏاڙهي اچي انگوريس سوچن ۽ احساسن ۾ ڪيئي مڏيريون هوائون گهلڻ لڳيون.

هو ڪڪرن وانگر هيڏانهن هوڏانهن آواره ڦرڻ لڳو. جواني، اندران ئي اندران چڪ ٿي وڏس، تنهن سُڪون ئي تياڳائي ڇڏيس،

نيٽن کي جو نياپو مليو تہ ورهہ جي ويراڳ اچي در جهليو ننڍ نيٽن کان ئي رُسي هلي وئي. تارن سان رهاٽيون ٿيڻ لڳس. ستارن جي سونهن ۾ پنهنجي پرين جا پيرا پئي تلاشائين،پرين اهڙي سان وجي پيچ اڙايو هوس، جو ڏسندي ئي ڏوهہ ڇٽي وڃن.!

سندس سرير جي سونهن ۾ ڇهري جا چمڪا،ڄڻ وڄ وراڪا هئا هُو انهن اڳيان پنهنجو هوش ئي هارائي ويو. هن کي هاڻ هر شيءَ ۾ پرينءَ جو پاڇو ئي پيو سمايل محسوس ٿئي! ڇو تہ سندس تصور وارن ريشمي ڌاڳن ۾ پرينءَ جا پور اٽجي ويا هئا. سندس اندر ۾ عشق واري آگ، اُلا ٻنجي چڪي هئي. ڪرم الله جي ڪيفيتن، سندس پيءُ تي منڪشف ڪيو تہ سندس پٽڙي جون اکيون ڪٿي اڙجي ويون آهن.

دين محمد تہ دنيا جون لاهيون چاڙهيون اُڪري آيو هو. جوڀن جا اٽاوا سٽاوا لَڪَ لتاڙي هاڻ اچي هٿ کي هيٺ ڪيو هوس تنهن لاءِ ڪرم الله جي ڪيفيتن کي محسوس ڪرڻ کو اوکو ڪم نہ هئو. پر، ” جوانن جا معاملا، جوان ئي ڄاڻن“ اهو سوچي ڪٽي صبر ڪيائين.

اچانڪ ابتيون هوائون اچي لڳيون، موسمن جي ان مٽ سٽ ۾، دين محمد بہ دنيا ڇڏي هليو ويو سندس وڇوڙي جو غم، ڪرم الله لاءِ مختصر ثابت ٿيو. ٿي ڏهاڙا پٽر تي ويهي هن عذر خواهيون وصول ڪيون. پٽس جي ٽيجهي وارو ٽاٽو ٽاري جيئن اٿيو تيئن وري گوڏو کوڙي نہ ويهڻو هو تہ نہ ويٺو.

هن تي نسواني نينهن کيپ چاڙهي ڇڏيا هئا. هو هاڻ پنهنجي پرينءَ کي پائڻ جي چڪر ۾ اچي ويو. پرينءَ جنهن ڪڏهن ساٽس يا هُن بہ ٻول بہ ڪين ٻوليا هئا. تنهن کي پائڻ بہ ائين هو، گويا پٽر ائين پيچري تي هلڻ!

هنن ٻنهي جي نيٽن ئي هڪ ٻئي سان نينهن جو نياپو سليو هو ۽ بس!! پوءِ تہ پُورن مٿي پور پيا پونس. ”ڪيئن بہ ڪري، محبوب سان ملڻو آهي.! انلاءِ ڪيتري ئي ڀاري قيمت ڇو نہ چڪائڻي پوي؟!“ پوءِ

تہ پٽس واري دولت کي اڇي لٽائڻ بيٺو. پئسا پنجڙ جيڪي پونجي ۾ هئاسي تہ سکٽا دلاسا ڏيڻ وارا ويا ڳڙڪائي. باقي بچيس وڃي پٽس واري چڏيل ٻني! جيڪا وڻيءَ وانگر مردن کي عزيز هوندي آهي. پر اها بہ سندس هٿن مان وچٽي هئي، سا هلي وئي. وڏيري عليءَ جي ڪنن ۾، ڪنهن وڃي پُٽڪو ڪيو تہ "دين محمد جو ڇورو سندس ڌيءَ تي مفتون ٿي، پٽس واري دولت برباد ڪري چڪو آهي. هاڻي اڇي ٻني ٻاري وڪڻڻ جا سانپاها ڪيا اٿس" وڏيرو علي ٻنيءَ تان سر ساهہ ڏيڻ وارو شخص هو. تنهن جو اهاڳالهہ ٻڌي تہ مُڇن کي ڪٽي موڙو ڏنائين، پنهنجي بوسڪيءَ واري پٽڪي کي ور ڏئي، ٻنيءَ حاصل ڪرڻ لاءِ اٿي کڙو ٿيو! ڪنهن راز واري سان ڪرم الله ڏي سنيهو مُڪائين " تہ جيڪڏهن زمين تان هٿ کڻندين تہ آءٌ بہ ڏيندس پنهنجي ڌيءُ تنهنجي رشتي ۾".

ڪرم الله، پاڻ لاءِ اهو سودو سوايو سمجهندي، ها ڪري ويٺو. پر شايد هو اڻ ڄاڻ ئي هو تہ وڏيرو علي "مطلب جو يار آهي جڏهن مطلب نڪريس ٿو تہ اڳلي کي ائين ٿو مٿان ڪري هٽي، جو چاليهہ سال سندس چيلهہ ئي سنئي نہ ٿي ٿئي! هُن پنهنجي ٻني لکي ڏني، وڻيءَ لاءِ اها ئي ٿيندڙ وڻيءَ جنهن سان پريت جا پيوند اڙائي چڪو هو. ڪرم الله مُڪو پنهنجي ماءُ کي وڏيري عليءَ وٽ سڱ ڪاڻ! تہ سندس رشتو پڪو ڪري اچي. هُن جي اکين ۾ اميدن جا الماس پئي جرڪيا تہ اجهو ٿي کيس خوشخبري ملي. سندس جيجل ماءُوڃي عليءَ جي اڱڻ تي پيير پاتا. مرحبا تہ موچاري ڪيائونس عليءَ جي گهر واري اٿي ڪلي ڪيڪاريس وڏيري عليءَ بہ پنهنجا چپ چوريندي، کيس پليڪار ڏني. پر جڏهن سليائين ساڻن پنهنجي ڇوڪري لاءِ رشتي وارو راز! تہ وڏيرو علي شهپر وٺي، مُنهن ۾ گهنج وجهي لڳو کيس گهورڻ. وڏيري جي زال وضعداري کان ڪم وٺندي، کيس خاموش رهڻ جو اشارو ڏنو. هوءَ پاڻ ويٺي ڪرم الله جي ماءُ کي ڪن ۾ پٽڪو ڪرڻ: "ادي! ڳالهہ سچي اها

اٿئي تہ منهنجو مڙس، تنهنجي پٽ کي سڱ ڪونہ ڏيندو .... باقي سڪٽو دلاسو ڏئي،توکي سهڪايو اٿس ان لاءِ آءٌ توکا معافي جي طلبگار آهيان؟!“ ڪرم الله جي جيجل جا سپ ڇيهہ ٿي ڇڄي ويا، اهڙي جواب تي!! هوءَ جڏهن موٽي ماڳ آئي تہ ڪرم الله سندس ويجهو اچي، وراڻي ورتس....! ماڻس ڪيس ڪُتو جواب ٻڌايو تہ موم بتيءَ جيان سڄو ئي وسامي ويو. اکين جي اڳيان ڪاريون چادرون اچي ويس. پنهنجو پاڻ وچايل وچايل محسوس ڪيائين ماءُ سندس اڳيان مجبور بڻي بيٺي رهي ماءُ پلا ڪهڙي آٿت ڏئيس ها؟! هن وٽ هو بہ ڇا .... سپ ڪجهہ ئي تہ سندس حوالي هو جيڪو بہ هاڻ سندس نہ رهيو هو. بدحواسيءَ جي عالم ۾، اکين جا تارا ڦيرائي ماءُ کي مخاطب ٿي چوڻ لڳو: ”امان هي سپ ڪجهہ ڇا ٿي ويو....؟! مون سان تہ وڏيري نسورو ناحق ڪيو آهي. ان سڱ عيوض ئي تہ مون کان زمين ....“

احساس جي شدت سبب هُو وڏيڪ سلي نہ سگهيو. ماڻس تہ سندس اڌوري گفتگوءَ مان ئي ساڃاهي وئي : ”ڇورا ....! زمين جو ٽڪرو بہ وڃايئي ڇا ....؟!“ ورهہ جي ويراڳ جو ماريل ڪرم الله ڪو بہ جواب نہ ڏئي سگهيو. ماڻس بہ وڏيري جا پرڪار ڏسيو ويٺي هئي، جنهن حشمتن ۽ هرفتن سان ڪيترن جا پاڻ پينگيا ڪري ڇڏيا هئا. سا اندر ۾ سڄي اڌ ٿي وئي، پنهنجي دين دنيا جي اڪيلي پٽڙي جي اهڙن ڪرتوتن ۾، هوءَ ڏينهون ڏينهن ويئي ڳرندي .... پر ڪيس اُف بہ چيائين ڪين!!

ڪرمون کي وڏيري خلاف اندر ۾ اُلا اُٿڻ لڳا هاڻ هُن اڳيان وڏيري جو نالو بہ جنهن ٿي اچاريو تہ اتي ڇهرو ئي بدلجي ٿي ويس. هڪ رات پاڻ مرادو طئہ ڪيائين تہ”اڄ هُو ان حويليءَ ۾ داخل ٿيندو. جتي فاطمہ جي جوڀن جي حسين رُت سندس انتظار ۾ آهي. هن جون وکون وڏيري جي حويليءَ ڏي وڌڻ لڳيون. ان سمي آڪاس ۾، تارا ٽم ٽم ٽمڪي رهيا هئا. جيڪي انڌيرن ۾ روشنين جا رازدان هوندا آهن. هن ٻانهن ۾ پيل

گهڙيءَ تي ٽائيم ڏٺو: ”رات جو هڪ وڳي رهيو آهي. ڪير اچانڪ ڏسي وٺي تہ.....؟! جيڪڏهن ڪنهن ڏٺو بہ تہ ڇا ٿيندو....؟! آءٌ پنهنجي فاطمہ سان ٿو ملڻ وڃان ..... نہ ئي ڪنهن جو ڌاڙو هڻڻ ٿو وڃان“ هُو اهڙيون سوچون سوچيندو اچي وڏيري جي حويليءَ وٽ پهتو. رات جي خاموشيءَ ۾، حويليءَ جي ديوار ڏي هڪ نظر اڇلايائين. سندس اڳيان چڙهڻ هماليہ جبل ڳاٽ ڪڍيو بيٺو هو.حويليءَ جي ديوار ڪي چوڌاري چڪر هنيائين تہ ايرندي طرف ڪان، ديوار ۾ هيٺ چڱو چوڪو سوراخ نظر چڙهيس. پڪ ٿيس تہ سندس سُوٽليءَ جهڙو سنهو سيپڪڙو وجود منجهائنس پار پئجي ويندو. هو همت ڪري اهو لڪ لنگهي ويو. فاطمہ جي بہ جوڀن جوانيءَ، ننڍ ڦٽائي ڪٽي رکي هئي تنهن پريان ڪان ئي سندس پاڇي کي پرکي ورتو..... همت ڪري هوءَ بہ هلي آئي ڏانهس..... طالب ۽ مطلوب، پاڇو ۽ وجود ونگجي ويا!! پيار جو پرڪيف پيالو پيتائون، تہ زندگيءَ پر ائين ئي ملڻ جا وچن ويهي وندڻ لڳا.

پرهہ جو پوتر چهرو اڃا پرار ئي هو. تہ هڪ ٻئي کان موڪلاڻي ڪيائون ليڪن ڪرم الله سماج جي ماڻهن جي نظر ۾ ڪرمون چريو..... ٿي چڪو هو. جو هُن زر، زمين وڃائي ڳوٺ جي گوهر چارڻ شروع ڪئي هئي.



## جوپن جو سپنو

سج لٿي کي ٽي ڪلاڪ ڪن ٿي چڪا هئا. هوءَ نيريون گهريون ۽ خماريل اکيون کٽي چنڊ کي گهوري رهي هئي. چنڊ جي آسپاس ستارا هئا. ستارا جيڪي چنڊ تي چڙ عاشق هئا ۽ چنڊ سان پئي مرڪيا ۽ کليا! رات جيئن گذرندي ٿي وئي تيئن چنڊ به پنهنجو سفر پورو ڪندي، اڳتي رڙهندو پئي ويو. پر هه جڏهن پنهنجا پَرَ ڦهلائڻ شروع ڪيا ته واهيرن ۾ پکين "چون چون" ۽ "هُو هُو" ٻوليون ٻوليندي اڏامڻ جو سعيو پئي ڪيو. پر هه جيئن وڏيڪ گهري ٿي وئي ته پکي پڙڪو ڏئي واهيرن مان ٻاهر اڏامي ويا .... ته هوءَ به پنهنجي سپني مان سجاڳ ٿي آئيني ۾ پاڻ کي ڏسڻ لڳي .... سندس وارن ۾ چاندي چمڪي رهي هئي .... ڇهري تي وقت واٽون ٺاهي ڇڏيون هيون ڇهري ۾ پئجي ويل گهنج ڏسي هن ٺڏو ساهه کنيو .... ۽ وات مان پاڻ مرادو نڪري ويس. "ڪيڏو نه حسين سپنو هو جوپن جو سپنو!".



# عڪس

هن ڪي مون هڪ دوست جي روپ ۾ ڏٺو. دوست بہ اهڙو، جيڪو ويساهہ ۾ رکڻ جهڙو پئي پانيم ! هن قدم قدم تي مون سان چڱائي لڳائي واري هلت هلندي، ان ويساهہ کي وڏيڪ پختو ڪرڻ جا جتن پئي ڪيا. ليڪن منهنجي دل ۽ ذهن اهو نہ پيا مڃن تہ " هو بہ ڪو ويساهہ ۾ رکڻ جهڙو آهي ....؟!" ائين منهنجي ذهن ۽ دل جي اسڪرين تي اهڙن سواليہ نشانن جا ڊگها سلسلا جڙندا ويا ....

ذهن ۽دل بئي هم آهنگ ٿي، سندس دوستي واري ظاهري روپ کي مڃڻ لاءِ تيار نہ هئا. پر مون کي تہ اوس ساڻس نڀائڻو هو .... جو سياڻن جو اهو قول مون کي وري وري پئي ياد آيو تہ "گل جو جواب گل سان ئي ڏيڻ کپي ...." سو هن پنهنجي رويي مان دوستيءَ جا مهڪيل گلاب آڇيا تہ مون وري بهار جي مند ۾ ٽڙندڙ گلن جي ڪلين جهڙا، دل جي دنيا مان چورايل جذبا کيس ارپڻ ڪيا. هو ڏينهو ڏينهن منهنجي ويجهو پوندو ويو. سندس رويي جي ڪشش مون کي بہ سندس ويجهو ڪندي آئي. اهو سچو عمل، جيڪو منهنجي طرفان ٿي رهيو.

هو سو دل جي منشا بنان هو. ڪشش صرف سندس ظاهري رويي جي ڪمال جي هئي. اندر ۾ منهنجي لاءِ کيس محبت هئي يا نہ ....؟! اهو منهنجي منطق لاءِ اهم سوال هو! هن ۾ مردن واري مردانگي بہ هئي يا يوسف ۽ زليخا واري عشق جو سندس اندر ۾ ڪو اهاءُ هو؟! سو تہ آءٌ سوچي نہ ٿي سگهيس، جو منهنجو ذهن سندس باري ۾ اهڙو سوچڻ ۽ مڃڻ کاءِ مانع هو. پر وري بہ منهنجي مجبوري هئي تہ آءٌ دل ۽ دماغ کي مڃائي وٺان تہ "هيءُ دراصل انساني معاملو آهي ان لاءِ سنجيدگيءَ

سان ويچارڻ ڪپي...“ هاڻ هن ۾ منهنجو ملڻ جلڻ ائين هو جيئن پاڇو پنهنجي اصلي وجود سان هوندو آهي ۾ رات ستارن سان هوندي آهي، جيئن چند چانڊوڪيءَ سان هوندو آهي. ان ملڻ جلڻ جي تسلسل ۾، هڪ لمحي هن مرڪندڙ نگاهن سان مون ڏي ائين گهوريو جڻ پڇي رهيو هجي ”ويساهہ جون سرحدون اجا دور آهن ڇا.؟!“ ۾ مون جڻ ۾ جواب ڏنو تہ ”هيءُ سراسر دل جو معاملو آهي. دماغ کي تہ مڃائي سگهان پر دل تان بي اعتماديءَ جو ڳورو پٿر ڪير ٿو هٽائي ٿو سگهي ....؟! هن جي مرڪ منهنجي غلام ذهن جو مسئلو حل ڪري ڇڏيو. ذهن ۾ هڪ اڄاتل ويساهہ جون هوائون گهلڻ لڳيون. ذهن جي تاريڪي روشنيءَ ۾ بدلجڻ لڳي ... ويساهہ جا واڇوڙا منهنجي ذهن جي چؤگرد ائين ڦيرا پائڻ لڳا جڻ ذهن ۾ ڪو انقلاب اچي ويو هو....؟!

هو جو مون سان پهرين دفعي مليو هو تنهن مرڪ جو ڪمال هو يا منهنجي نظرن جو دوکو هو پر بهرحال انساني مرڪ هئي. انڊلٺي رنگ هئا ان مرڪ ۾! دل جيڪڏهن مڃي تہ واقعي ئي دوستاڻي مرڪ هئي اها، جنهن مرڪ سان هن مون ڏي ڏنو هو. بئي هڪ حسين لمحي اسان وري ملياسين هن پيري سندس چپن تي مرڪ تہ نہ هئي البتہ سندس ڳالهاءُ واري سنگيت ٻڌڻ جي حس ذريعي دل جي تارُ کي ڇيڙي ڇڏيو. دل پنهنجي محبوب کي سڃاڻي ورتو. دل کي تمنا ۾ آرزو ٿيڻ لڳي تہ ”آءٌ ڪيس پائي وڃان“ مون تہ سچ پچ پنهنجي ليکي چوکي ۾ اڳ ئي پنهنجو سمجهي ڪيس پائي ورتو هو هو چوڻ لڳو.“ آءٌ ڪيترا سال توڏي پهچڻ لاءِ پنڌ ڪندو رهيو آهيان پر نزديڪ هوندي بہ محسوس ٿئيم ٿو تہ ڪيئي صديون توکان دور آهيان.“

”ها ....! سچ ٿو چوين، تون واقعي ئي مون کان دور هئين پر هاڻي جڏهن ويساهہ جي سرحد منهنجي من اندر ۾ کلي آهي تہ ائين ٿو ڀانيان تہ تون منهنجي قريب تر آهين!“ مون کيس پنهنجي من جي وارتا ٻڌائي، بس ڪئي تہ سندس نيڻن مان بہ لڙڪ لڙي زمين دوز ٿي

ويا. مون تهائين وڏيڪ پاڻ کي ويساهہ جي گهاٽي ٻڙ جي ڇانوَ ۾ ساهہ کڻندي محسوس ڪيو ۽ يقين ٿيڻ لڳم تہ هن جي دل تي بہ منهنجي دل وانگيا حقيقي ويساهہ جا پاڇا پئجي رهيا آهن. سندس اکين جي ڍنڍ مان ڪريل لڙڪ ان جي گواهي ڏيڻ لاءِ ڪافي هئا.

مون پهرئين وار ڪانئس سندس نالي پڇڻ جي زحمت ڪئي. چيائين "عڪس"! "عڪس، ڪڏهن ڳالهائيندا بہ آهن ڇا....؟!" چيائين "ڇو نہ" هر عڪس کي پنهنجي زبان هوندي آهي. آءٌ تنهنجو عڪس آهيان تون منهنجو عڪس آهين آءٌ تنهنجو جنم آهيان تون منهنجو جنم آهي" (ڪوثر ٻرڙو)

"عڪس، شاعري بہ ڪندا آهن ڇا؟! اهي جملا شاعري وانگيان محسوس پيا ٿين."

مون چيو "جي شاعري نہ ڪندا آهن تہ شاعرن کان ڳايا ضرور ويندا آهن." عڪس ورندي ڏني. هاڻي سندس ان نانءُ کي نہ وسهڻ لاءِ مون وٽ تہ باقي ڪو بہ جواز نہ بچيو هو. ڇاڪاڻ تہ مون ڪيترن شاعرن جي شاعري پڙهي هئي جنهن ۾ عڪس ئي عڪس هئا. اها شاعري نہ آهي جنهن ۾ عڪس بندي نہ هجي. هاڻي عڪس مون سان بي حجاب ٿي ڳالهائڻ لڳو هو. آخر تہ اسان ٻنهي دلين جو سودو ڪيو هو ڪڏهن آئينو کڻان تہ اتي عڪس ئي مون سان مخاطب ٿئي. ڪڏهن منهنجا ٻار منهنجي اڳيان اچي بيهن تہ گويا منهنجو دوست مون اڳيان هڪيو تڪيو حاضر آهي. فطرت جي هر رنگ ۽ منظر ۾ عڪس ئي عڪس نظر پيا اچن. سمنڊ جو ڪنارو دريائن جا ساحل، ڍنڍن جون ڪنڌيون عڪس ئي عڪس بنجي منهنجي اکين اڳيان ڦرڻ لڳيون ۽ بي حجاب ٿي ڳالهائڻ لڳيون. آءٌ حيراني جي عالم ۾ هر منظر کي تڪيندو رهجي ويس.



# مرڪن ۾ ٿهڪن جي ڳولا

آءٌ هلندي هلندي اهڙي وسنديءَ ۾ پهتس جتي ٽهڪ ڏيڻ منع هئا، مُرڪ بہ مهانگي هئي! پر آءٌ تہ مرڪن ۾ ٽهڪن جي تلاش ۾ ئي نڪتو هوس جيڪي منهنجي شهر ۾ تہ اڳ ئي اڻ لڀ ٿي چڪا هئا. مون هڪ اهڙي عورت کي ڏٺو جيڪا پنهنجي ننگ ۾ ناموس جي رکوالي ٿي لڳي. ڇهري جي خوبصورتيءَ ۾ بہ هوءَ پنهنجو مٽ پاڻ هئي هلڻ ۾ تہ هيڪاري ائين پئي محسوس ڪرايائين، ڄڻ ڪا وڏ گهراڻي عورت هجي. سندس ٻنهي ٻانهن ۾ سونيون چوڙيون، وڄ وراڪا ڏئي رهيون هيون نڪ ۾ ڪنهن جي نينهن جي قلڙي پاتل هوس. جنهن بہ جهرڪا پئي ڏنان سندس جوڀن جيئن، منهنجون نظرون سندس ڇهري تي ڄمي ويون. هلندڙ قدم اوچتو بيهجي ويا. پنهنجي احساسن ۾ عجيب قسم جو طوفان برپا ٿيندي محسوس ڪيم. ڪيس ڏسندي سندم دل جي ڪائنات ۾ سوين ڪهڪشائون روشن ٿي ويون مون تصور ئي تصور ۾ ڄڻ ڪيس پنهنجي پاڪر ۾ پيري ورتو. هوءَ مون ڪان ٻن وکن جي وٿيءَ تي بيٺل هئي سندس ڇهري ۾ ڇتائي، مُرڪ ڳولڻ جي ڪوشش ڪيم، سندس گهرن ناسي نيڻن جي ڪنهن ڪنڊ مان موهيندڙ مرڪ جو ڪو پاڇو نظر نہ آيو. منهنجي ائين گهوري نهارڻ سان، سندس اندر ۾ اچي، اڻ تڻ جاڳي. "هيءَ ڪير شخص آهي جو ائين ٿو منهنجي

مُنهن ۾ چتائي ڏسي!!” پنهنجي پاڻ سان ڳالهائيندي هن مون کان پڇي ورتو. ڇا اوهان مون کي سڃاتو آهي.؟!” هُن ڏيرج ۽ سنجيدگيءَ سان وراڻيو. منهنجو جواب ناڪار ۾ هو. “مون اڳ توهان کي هن وسنديءَ ۾ ڪڏهن بہ ڪونہ ڏٺو آهي.” هن ٻيهر ٻوليو “بلڪل اوهان جو اندازو درست آهي. مان هت پهريون ڀيرو ئي آيو آهيان. مان آهيان مُرڪن ۽ ٽهڪن جو متلاشي، جيڪي منهنجي شهر ۾ اڻلڀ بنجي چڪا آهن. ڇا تون ڪجهہ مرڪون ۽ ٽهڪ پڪيڙي سگهين ٿي؟! “مون گنڀيرتا مان کانئس سوال ڪيو.

هن روئڻهارڪي لهجي ۾ وراڻيو : “منهنجا ٽهڪ توڙي مرڪون زندگيءَ جي اُن شاهراهہ تي گم ٿي ويا آهن. جتي دکن ۽ دردن جي ترئفڪ هر خوشيءَ جي حادثي جو سبب بنجي ويندي آهي. پوءِ محسوس ائين ٿيندو آهي جڻ خوشي جهڙي چيز رڳو هڪ سپنو هو.” ڳالهائيندي ڳالهائيندي هوءَ لڙڪ روڪي نہ سگهي. مون کي پنهنجي مقصد جي حاصلات تي پاڻي ڦرندو محسوس ٿيو. مرڪن ۽ ٽهڪن جي عيوض، سندس نيڻن مان لڙڪن جا قافلا اٿي هليا. کيس ڏسي آءٌ بہ غمزده ٿيڻ لڳس! هن اولهہ طرف اشارو ڪندي، پنهنجي گهر جو ڏس پتو ڏنو ۽ وراڻيائين، “ٿي سگهي تہ اتي ڪنهن مهل ضرور اچجانءِ” پوءِ هوءَ تڪڙا قدم کڻندي اڳتي وڌي وئي مون وري پنهنجي مقصد جي حاصلات لاءِ وسنديءَ جي ٻين لوڪن تائين رسائيءَ جو سوچيو ....! ڪجهہ وکون کنيم تہ هڪ جهور پوڙهو ماڻهو مليو. جيڪو لٺ جي سهاري پنهنجي ڪمزور جسم کي گهلي رهيو هو.

هن جي چهري ۾ گهنج پيل هئا ۽ اکين ۾ اڌوري روشني هوس جيڪا بہ شايد وسامڻ تي هئي. “مون کي مرڪن ۽ ٽهڪن جي تلاش آهي. انهن جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌائيندا؟!“ مون کانئس پڇيو. هن

حيرت مان وراڻيو “مرڪ ۾ ٿهڪ ٿيندا ڇا آهن بابل؟!! مون تہ اهي ننڍڙڪا نالا ٻڌائي توڪان آهن مون کي تہ تلاش آهي منهنجي پٽڙي جي! جيڪو ڪيترن سالن کان اڪين ڪان اوجهل آهيم سندس ويراڳ منهنجو جيون ئي جاڙ ٻڻائي رکيو آهي .... ٻڌئي .... ابا؟! هاڻ تہ مون ۾ منهنجي گهر واريءَ وٽ صرف لڙڪ ئي باقي وڃي بچيا آهن .... ۽ بس ....!” هن گهرو ۽ اونهو ساهہ کنيو تہ ويتر تلخي اندر ۾ اوتجي ويس.
هو لٺ تي ٽڙڪ ٽڙڪ ڪندو وڃڻ لڳو .... ايتري ۾ پرتي نگاهہ جو وڌم تہ هڪ بانڪو جوان نظر آيم! جيڪو پنهنجي پراڻي موٽر سائيڪل صاف ڪري رهيو هو. مون کي آئڙيو اهو جوان ئي مون کي مرڪن ۾ ٿهڪن جو ڏس ڏئي سگهي ٿو.
مون وڌي وڃي کيس سلام ڪيو. هن سلام جو جواب ڏيڻ بدران پنهنجو مُنهن بڇڙو ڪندي وراڻيو ؛ “جتي ٿهڪ ۾ مرڪ منع هجن. اتي اسان جو ملڻ ڪهڙي معني! ٿو رکي؟!” هو اتا ولائي مان موٽر سائيڪل اسٽارٽ ڪري هليو ويو. منهنجيون ڏنديون آڱريون اڇي ويون ۽ سوچڻ لڳس تہ شايد هن وسنديءَ ۾ بہ مرڪن ۾ ٿهڪن جو ڏس پتو نہ ملي سگهي؟!
منهنجون سوچون ڪنهن اوڙاهہ جيان ويون گهريون ٿينديون. تہ اچانڪ ان عورت جي تصور منهنجي ذهن جي اسڪرين تي خيالي نظارو پسايو تہ حيران ٿي ويس. ڪيڏي نہ پاپوهہ مان بہ ٻول ٻوليا هئائين. سندس نيرين گهرين اکين ۾ ڪيترائي سوال هئا .... سوال. پويان سوال .... جن جا جواب تہ شايد هي سارو جهان بہ نہ ڏئي سگهي ؟! منهنجا قدم پاڻمرادو وڌڻ لڳا سندس گهر ڏي .... اهو گهرجتي سندس آشيانو هو! جيئن اڳتي ٿي وڌيس تيئن محسوس پئي ٿيم تہ ڪنهن ويرانيءَ ۾ وڃي رهيو آهيان. اُجاڙ واٽون تلاشي، انهن تان هلي رهيو

آهيان .... پيرَ پٿون ٿي رهيا آهن .... جن مان رت پون سمي رهي آهي ڪو هجي جيڪو منهنجي پيرن تي پٽي ٻڌي؟ 1 ڪو هجي. پر شايد اتي ڪو بہ ڪو نہ هو؟! رڳو ويراني ئي ويراني هئي. ماڻهن تي ماڻهپي جا ماسڪ چڙهيل هئا. پر اندر ۾ آدم بوُءِ .... آدم بُوءِ .... ڪندا پئي گهميا. انهن آدم بوءَ ماڻهن، ڪنهن مسڪين ڪي جيئڻ جو حق نہ ڏنو .... ڪئين سسيون ڏڦ ڪان ڏار ڪري اڇلايائون اوڙاهہ ۾ .... نارين جا سُر ڳ نما سرير، جنسي هوس جي ڏاڍ ۾ ڏهڪايائون، ڪنهن حسين چهري کي برداشت نہ ڪندي، حسد جو تيزاب هاري، ان کي داغدار ڪيائون، هتي سڀ ماڻهپي مان نڪري ويل ماڻهو هئا. جن ٻئي جي جيون کي جوکي ۾ وجهي ٿي حسد جا هار پويا .... منهنجي دل تيز ڌڙڪي رهي هئي .... جيئن سندس آشياني کي ويجهو پوندو ٿي ويس. تيئن خوف جا ڪاريهر ڪَرَ کڻي اڳيان پويان نچندا ٽپندا ٿي رهيا. ايتري ۾ اچانڪ پويان کان مون کي ڪنهن ياڪر ۾ پري ورتو .... ان ياڪر مون کي اهڙي زور سان پڪوڙيو.... جو سڀ سَنڌ ئي ساٽا ڪري وڌس .... هڪ انسان نما وحشي منهنجي وجود سان ويڙهاند ڪندي، سهڪي رهيو هو. پوءِ سيٽيءَ جو تيز پڙاڏو ڪنن ۾ گونجيم، ان کان پوءِ اجنبي آواز رات جي خاموشيءَ کي چيريندو اڳتي وڌندو ويو .... “ ڏوهاري سوگهو ٿي چڪو آهي.” قانون جي رکوالن چنبن مان جهلي، گاڏي ۾ وجهي، اچي وڌم لاڪ اپ ۾ .... آءٌ جيل جي لوهي سلاخن مان، آجپي جي آس وارا خواب کڻي سوچيندو رهيس تہ آخر چو مرڪن ۽ ٽهڪن جي ڳولا ۾، مون تي هي سزا جا ڳرا پهاڙ ڪيرايا ويا آهن. شايد هن ديس ۾ خوشين مرڪن ۽ ٽهڪن جي ڳولائو لاءِ اهائي سزا مقرر آهي؟!



# مالها وڪريل سپنن جي

اندر ۾ ڪهاڻي سرجڻ جي اُڻ تُڻ ذهن ۾ منتشر خيالن جو هجوم! منهنجي شخصيت مختلف ڀاڱن ۾ ورهائي پئي آهي. هڪ ڀاڱي مان آواز اچيم ٿو.... "لڪ" لکڻ ئي زندگي آهي ته ٻيو ڀاڱو وري ان جي نفي ڪندي، مون کي نا اُميد ٿو بڻائي. "ڀلا ٽاپڪ به ڪهڙي تي لکندين؟! زندگيءَ جو اهو ڪهڙو پاسو / پهلو رهيل آهي جنهن تي ڪنهن باشعور سرجڻهار جي تخليقي اک فوڪس نه ڪيو هجي. ڪهاڻي جي جيڪر ڳالهه ٿو ڪرين ته هي سارو سنسار شروع کان هڪ ڪهاڻي مثل هو. ان جا ڪردار هن پر ٿويءَ تي پکڙيل اهي جيئرا جاڳندا ماڻهو هئا جن جي سيني ۾ اڄوڪن انسانن وانگر هڪ ڌڙڪندڙ دل هئي ان ۾ احساس هئا امنگون هيون ۽ جذبا هئا. اهي احساس، امنگون ۽ جذبا انسان جي اضافي خوبين ۾شمار هئا. ڏک جيڪو محبت وانگر انسان جو آفاقي جذبو هو. اهو به ڪيترين ئي ڪهاڻيون جنمي رهيو هو جيڪي هن سنسار جي مهان ڪهاڻيءَ جو ننڍو روپ هيون، محبت جيڪا ڪنهن مومل جي من ۾، ڪنهن راڻي جو سوداءَ بڻجي چٽنگ چٽنگ دکي رهي هئي. تنهن ۾ به انيڪ ضمني ڪهاڻيون پوشيده هيون. انسان غارن ۾ رهندي، پهاڙين جو سيني چيري جيڪا مصوري ڪئي ۽ لکڻ جو فن ايجاد ڪيو اها به هڪ ڏکي ڪٿا آهي اها سنسار واري

ڪهاڻي، ازلي ڪهاڻي آهي جيڪا ابد تائين جاري رهڻي آهي.”

اندر مان ايندڙ انهن مختلف آوازن مون کي پريشان ڪري ڇڏيو. پريشاني، جيڪا محبوبہ جي وارن ۾ وچڙجي ويل ڪنهن سوچ سمان هئي. تنهن جو دائرو منهنجي وجود جي آسپاس گهرو ٿيندو پئي ويو. آءُ پنهنجو پاڻ جڪڙجندو ڏسي بہ تجسس ۽ تلاش وارا سپنا اکين ۾ اٽڪائي فطرت اڳيان پاند ڦهلائي بيهي رهيو هوس. فطرت جنهن اڻ پوري هوندي بہ پنهنجو پورو وجود ٿي رکيو ان جي دامن ۾ ڪيئي فن سميٽيل هئا. رڳو ڏسڻ پرکڻ واري نگاهہ جي گهرج هئي ۽ ٻڌڻ واري حس تڙي ڪڙي رکڻ جي ضرورت هئي، تہ جيئن فطرت جا آواز صحيح طرح ٻڌي سگهجن. پوءِ منهنجين سماعتن ۾ هڪ آواز جو پڙاڏو گونجيو اهو بلند بالا پهاڙن تان ڪرندڙ پاڻيءَ جو آواز هو. آبشار مان اهڙي مڌر موسيقي ٻُري رهي هئي. جو منهنجا حواس بہ ان سان گڏ جڻ محو رقص هئا. منهنجو اندر اهو آواز ٻڌي، ايڏو تہ محظوظ ٿي رهيو هو جو اڳوٽا ٻڌل رواجي اواز ان جي پڙاڏي ۾ ڪٽي وجود وڃائي چڪا هئا. ائين ڪوئل جي ڪُو ڪُو مورن جا ٽهوڪا ۽ ٻيلن جي ٻڪ .... ٻڪ .... منهنجي سماعتن ۽ ذوق نظر جي پورائي جو سامان هئا. ڪانوَن جي ڪان .... ڪان .... ۽ ٻگيري جي هُو .... هُو .... ۽ ٻين مختلف پکين جي ٻولين ۾ عجيب سُر لئہ ۽ موسيقي هئي. فطرت الائجي تہ ڪيئن اهڙي موسيقي ۾ مهارت حاصل ڪئي؟! سمنڊ جن ۾ وشالتا ۽ گهرائي هئي. انهن سمنڊن۾ اجگر مخلوق، اها بہ فطرت جو حصو هئي وڏا وڏا جبل ۽ پهاڙ سمنڊن پنهنجي دامن ۾ گهيري رکيا هئا. نديون ۽ نالا جن ۾ پوترپاڻي هو. ان پاڻيءَ جي پوڄا جو رواج مها ڀارت کان بہ شايد اڳ جو هو اها جل پوڄا اڄ بہ جاري آهي، جنهن لاءِ گنگا ۽ جمنا جا گهاٽ مثال طور پيش ڪري سگهجن ٿا.

مٿئين قسم جون سوچون سوچيندي ۽ تصورن ۾ گھوماٽيون ڪائيندي نيٺ منھنجي شخصيت ۾ توازن اچي رھيو ھو .... منھنجا منتشر خيال ھڪ دائري ۾ سميٽجي انڊلٺ رنگن سمان ھڪ لڙي ۾ پوئجي رھيا ھئا .....

پنھنجي ڪمري جي چار ديواري اندر ھو تنھا ويٺو ھو. سندس ٻيا ساٿي سنگتي ھئا ليڪن اھي گڏا شفا لاءِ ڪيترن ڏينھن کان ٻاھر ويل ھئا. اڪيلائي سندس نستي وجود کي ياڳا ياڳا ڪري وڌو ھو. اوڙو پاڙو ۽ سڄو شھر ھوندي بہ ھو ڄڻ ويڳاڻو ھو. اھا ويڳاڻپ جيڪا ھو پنھنجي ساٿين ھوندي بہ پيو محسوس ڪندو ھو.. الائي تہ ڇو ان ۾ ڏينھون ڏينھن واڌارو ئي ٿيندو پئي ويو. ھن کي پھرين شڪايت ھئي پنھنجو پاڻ کان .... ھُو مرد ڇو ڪو نہ ٿي سگھيو؟! مرد نہ ئي سھي پلا عورت ٿي وڃي ھا تہ بہ جيڪر چڱو ھو .... پر ....پر پوءِ ھن جا ڇپ ڦڙڪڻ شروع ٿي ويا ۽ اڳتي ھو ڪجھہ سوچي نہ سگھيو ھن ڪجھہ خواب ڏٺا ھئا جن جي ساييان لاءِ ھو جيون جي صحرا ۾ ڊوڙيو ڊڪيو .... پر فضول! پلا نامرد ماڻھو مردانگيءَ جا خواب ۽ ساييائون گڏگڏ ڪيئن ٿي ماڻي سگھيو؟! پھريون سپنو جيڪڏھن ھو مرد ھجي ھا منجھس مردن واري مردانگي بہ ھجي ھا تہ سندس ھڪ ڪنوار ساڻس سھاڳ رات گڏ ھجي ھا. ڪمري ۾ صرف ھو بہ ئي بہ ھجن ھا ۽ پوءِ .... گھوٽ ۽ ڪنوار وارو وھنوار ھلي ھا. چمين جي پرسات .... برھہ وارا پاڪر .... ٻن مخالف صنفن جو ھڪ ٿي وڃڻ. زندگيءَ ۾ ڪيڏو نہ مزو ھجي ھا ھن زندگيءَ جي ڪنھن گذريل موڙ تي اھڙي قسم جون ڳالھيون ڪنھن مرد کان بہ ٻڌيون ھيون ۽ پوءِ اڻ محسوسيل جنسي لذتن واري سپني جي سحر ۾ ٻڌي ويو. ”پياري .... ! تون منھنجي ڪنوار آھين ۽ مان تنھنجو گھوٽ .... ڪيئن اچي ھڪ ٻئي جا جيون ساٿي ٿياسين سچ تہ ان تي اچرج آھيم اچ تہ تنھنجي سڄي

وجود کي چمان .... تنهنجي وجود جي ذري ذري تي پنهنجي محبت جي مهر هڻان .... تو مان مون کي پتڙو ٿيندو. ان جي وجود ۾ تون ئي مان هونداسين. هو مرڪندو ته هن جي مرڪ مان تون ليئا پائيندينءَ جيڪڏهن ٿهڪ ڏيندو ته اهي منهنجن ٿهڪن جيان هوندا. پلا ان کان وڏ ڀيو اسان کي ڪپي ڇا؟! ۽ ها اهو پتڙو وڏو ٿيندو .... سمجهه ڀريو ته ڪيس اسڪول ۾علم جي حاصلات لاءِ ڇڏيندو مانس علم جنهن جي لاءِ ڪنهن چيو پئي ته "انسان جي ٽين اک هوندو آهي ۽ وڏيڪ اهو به چيائين ته ان کان سواءِ انسان جاهل جاهل رهجيو وڃي." هو علم حاصل ڪندو ته ڊاڪٽر يا وڪيل ٿيندو. پئسا آڻي پاڻ ڀنهي جي ترين تي رکندو." ڀيو سپنو "جيڪڏهن هو عورت هجي ها ته نازڪ نفيس هئڻ سان گڏ، مومل وارا ماڻا منجهس سرس هجن ها. ڪيس ڪوراڻو. "ڪهل ڪري مل ڪاڪ تي، ڳالهه نه ڀي ڪا ڳول" چئي سڏي ها ۽ هو ماڻن تي ماڻا ڪري پئي منظرن مان موهجي ها! جيڪر هو عورت هجي ها ته سهاڳ رات ۽ ان کان پهرين سرتيون ڪيس سينگارڻ ۾ ڪا ڪسر نه ڇڏين ها ۽ جڏهن مومل وٽ ميندڙو اچي ها ته جوين جا هڙئي جلوا جلترنگ بڻجي وڃن ها. سهاڳ رات سيج جڻ بهشت جو ٽڪرو ...." پر عورت ٿيڻ ۽ عورتاڻي مزاج مان مزو وٺڻ به سندس مقدر ۾ نه هو. ڪنهن جي واتان ٻڌو هئائين، "عورت کي مرد جي مقابلي ۾ جنسي لذت گهڻي ايندي آهي." تڏهن هيڪر عورت ٿيڻ جي تمنا واچوڙي جيان وڪوڙي وئي هئس.

هو پنهنجي ساٿين سان جڏهن گدا شفا لاءِ ڪنهن جي اڳڻ ۾ وڃي تاڙيون وڄائڻ لڳندو هو ته پريان کان ئي ڪنهن ٻار جي جنم جي خوشيءَ ۾ مايون سندس لاءِ دانُ کڻي ڊوڙنديون اينديون هيون. ماين جا لڏندڙ اُرهه سندس اندر مان آهه ڪڍائي ڇڏيندا هئا ۽ هو اندر ئي اندر جهونگارڻ لڳندو هو.

"لهر لهر لچندي، لوڏ نہ اُرهہ لاڏلي" (تاجل بيوس) هو تاڙين وڄائڻ سان گڏ ڊانس بہ اهڙي ڪندو هو جو عورتون تہ عورتون بہ پر مرد بہ پيا سندس موهہ ۾ مرندا هئا ساڻس لواطت جي خواهش سندن اندر ۾ اڇلو ن پئي ڏيندي هئي. ڪن سان تہ هو بہ فٽ ٿي ويو هو. هو ان عمل مان ٿوري گهڻي لذت وٺي پنهنجي ليکي ڏئل سپنن جي ساپيائن کي پيو ويجهو محسوس ڪندو هو. هن کي گدا شفا ڪندي ۽ خاص عمل ڪرائيندي ڪيترا پئسا پلئہ پوندا پئي ويا .... معاشي لحاظ کان تہ هو پنهنجي پيرن تي بيٺل هو. پر سندس ڏٺل پسنن جي ساپياڻ جڙڻ جيون جي ڪتاب مان ٽٽي ٽڪرا ٽي ويل ڪوپنو هو .... جنهن تي مردانگي (مرد هئڻ) ۽ عورتاڻي (عورت هئڻ) صنف جو هڪ لفظ بہ تحرير ٿيل نہ هئو. ڀلا ڪو لفظ تحرير ٿيل هجي بہ ڪيئن ....؟! جيڪي پنهنجي تقديرن جا ماريل هوندا آهن. قلم بہ انهن جي ڪاڻ نہ ڪڍندو آهي ۽ جيون جي ڪتاب جا صفحن جا صفحا سندن تقديرن وانگر خالي خالي رهجي ويندا آهن ۽ پوءِ تاجل بيوس جي لفظن ۾ "سورٺ ٿي سهي، مارون مڱڻهار جون" واري ڪار هوندي آهي.

هن جي جيون جي ڪتاب جا بہ ڪيترائي صفحا خالي خالي هئا ڪي تہ منجهائنس ٽٽي ٽڪرا ٿي ماڻهن جي پيرن جي پٺي بڻجي، هيڏانهن هوڏانهن وڪرجي ويا هئا. سندس ياڳا ٿي ويل وجود وانگر.

پوءِ هن پنهنجي جيون جي ڪتاب مان پهرئين صفحي کي ڦلهوري پڙهيو .... جنهن تي صرف هڪ لفظ تحرير هيل هو. "مخنث" پيو صفحو .... پوءِ ٽيون چوٿون ڪجهہ بہ نہ .... ٻُڙي .... ٻُڙي.... سندس سپنن جي مالها ٽٽي پئي .... سندس اکيان ڪيئي موتي داڻا وڪرندا ويا.



## لهو لهو آڱريون

هُو جڏهن ننڊو هو تڏهن واقعي ٻه ننڊو هو. پر جڏهن طبعي طرح وڏي وڻ ٿيو تڏهن ٻه ننڊو ئي رهجي ويو! هن جي سوچ ننڍي هئي يا ڪو ٻيو سبب هو. جنهن ڪري هو ننڊو محسوس ٿيندو هو. قد تہ واقعي ٻه ننڊو هوس پر پنهنجي ليکي هو جوان مڙس هو. زندگيءَ ۾ هن جيڪو بہ ڪم ڪيو پنهنجي هر ڪم کي ڪارنامو ئي سمجهندو هو. هن برش ڪٽي، رنگ روغن جو ڪم سکيو پر مصور نہ ٿي سگهيو. مصوري، جنهن ۾ عجيب و غريب نظارا فوڪس ڪرڻا پوندا آهن. مصوريءَ جي تاريخ ۾ لاهن چاڙهن کان واقفيت بہ اهم هوندي آهي. پر هُو مسڪين ان سلسلي ۾ بہ مسڪين ئي رهجي ويو!

اوچتو اچي منهنجو رستو جهليائين. هر روز مون سان راز و نياز جون ڳالهيون ڪرڻ لڳو. ڇڻ صدين کان ڪو اسان جي دوستيءَ جو پيوند پختو ٿيل هو.

مون کان صلاح وٺڻ لڳو. تہ ” آءٌ هاڻ کهڙو ڪارنامو سرانجام ڏيان مصوريءَ جي فيلڊ ۾ تہ مون اهڙا شاهڪار تخليق ڪيا آهن جو ونسينٽ وانگو ۽ پڪاسو جون پينٽنگس تہ ڪنهن ليکي ۾ ئي ڪو نہ آهن.“ ڳالهہ ڪندي،ڪنڌ کي جهٽڪو ڏنائين تہ سندس ڇهري تي

وارن، رات تاري ڪري چڙي، مون کيس صلاح ڏني تہ هُو ان ئي فيلڊ ۾ پنهنجا جوهر ڏيکاريندو رهي. ٿي سگهي ٿو تہ اڳتي هلي، هُو سنڌ بلڪ ڏکڻ ايشيا جو عظيم مصور بنجي وڃي. ان کان اڳ جو هو مون کي ڪو جواب ڏئي، هن پنهنجون آڱريون مون کي ڏيکارڻ شروع ڪيون، ان سان گڏ گفتگوءَ جا گلاب بہ وکيريندو ويو. "ساحل ڏس! هي منهنجون آڱريون ڪيترين نہ زخمي ٿي چڪيون آهن. اجا چئين ٿو آءٌ ان فيلڊ ۾ ڪم ڪريان. ڪو بہ ڪم ڪرڻ لاءِ ماڻهو پابند ٿورئي هوندوآهي. آءٌ ڪا بي فيلڊ بہ تہ جوائن ڪري سگهان ٿو." مون وري سندس حوصلو وڌائڻ لاءِ غلام حسين رنگريز جي غزل جو هڪ شعر کيس ٻڌايو:

لهو لهو آڱريون اهي جن

محبتن جا گلاب پوکيا.

"چريا! تون تہ محبتن جا گلاب پيو پوکين، جو تنهنجون آڱريون لهو لهو آهن. پوءِ توکي بي فيلڊ جوائن ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت؟!" تہ سندس چپن تي شرارت ڀري مسڪراهٽ تري آئي ۽ احساس ٿيڻ لڳس تہ واقعي بہ هوُ ڪو محبتن جا گلاب پوکي رهيو هو. مصورن جو ذڪر جڏهن بہ ڪٿي پڙهندوهو تہ انهن جي سٽ ۾ سندس ذڪر خير نہ پڙهي کيس رنج ٿيندو هو تہ سندس فن جو قدر مڙئي ڪجهہ گهٽ ٿي رهيو آهي. ان ڪري وري وري هُو بي ڪا فيلڊ جوائن ڪرڻ جو سوچڻ لڳندو هو. هُو شايد شهرت جو بکيو هو تڏهن ئي فن کي اهميت ڏيڻ بدران پنهنجي باري ۾ بين واتان واکاڻ جون صدائون ٻڌڻ جو متمني هو. مون کي هڪ ڏينهن چيائين ؛ "آءٌ شاعري خوب ڪري ڄاڻان! چئين تہ ڪجهہ شعر توکي ٻڌايان" مون چيو مانس ؛ جي بسم

الله.” پوءِ تہ اچي چٽڪيو پنهنجي شاعري ٻڌائڻ ۾ .... آءٌ بہ واهہ واهہ ڪندو ويس. تان جو دفترن جا دفتر کلي ويا. مون ڏٺو تہ ائين سڄو سڄ لهي ويندو. ان ڪري چيومانس ؛ ”هاڻ بس ڪر نہ تہ آءٌ بيهوش ٿي ويندس جو تنهنجي شعرن جو سحر منهنجي وجود کي جڪڙيندو وڃي.” تڏهن مس وڃي ماٺ ڪيائين. هاڻ هُو هئو ۽ شعر جي دنيا هئي، جتي ڪيترائي لانڍيا شاعر اڳ ۾ بہ موجود هئا. هڪڙو وڏو هنگامون هو. ان هنگامہ آرائي واري ماحول ۾ هن شعر سرجڻ شروع ڪيا.غير معياري شاعري پڙهي / ٻڌي ماڻهن جون سماعتون اڳ ئي شل پئجي چڪيون هيون. باقي ماڻهو رهيل هئا هن جو شعرپڙهڻ، ٻڌڻ واري نعمت کان محروم! هن جا شعر مختلف رسالن، اخبارن ۾ ڇپجڻ لڳا. پاڻ پڙهي ائين پيو خوش ٿئي جڻ ساري دنيا جهان جا خزانا کيس ميسر ٿي ويا هجن. ٻين شاعرن جي شاعري سان پنهنجي ڀيٽي لڳو مون کي ٻڌائڻ؛ “ساحل ڏس، منهنجي شاعري ۽ ٻين جي بہ .... ڪيترو نہ زمين آسمان جو فرق آهي. منهنجا احساس ۽ جذبا اوريجنل آهن. انهن۾ تخليقيت آهي، دائميت آهي. ٻيا تہ هوائي تواتي شاعر آهن جن ۾ مصنوعي پٽو پري کان پڌرو آهي.” مون چيو مانس ؛ “توکي تہ آڳاٽو شاعري جي جهان ۾ اچڻ کپندو هو پر تو دير الائجي ڇو ڪئي؟! شايد توکي مصوري واري مامري منجهائي وڌو.” مون وارو ريمارڪ ٻڌي سندُس نرڙ تان پگهر چمڪڻ لڳو. “ها يار ....! ڪهڙي ٿو ڳالهہ ڪرين ....؟ مصوريءَ ۾ تہ مون کي ڪجهہ مشهوري ملي، پر اُن ۾ تہ آڱريون بہ زخمي ٿيون. مگر شاعري آسان ڏنڏو آهي ۽ ماڻهو ڪٿي نہ ڪٿي ڇپجي تہ ويندو آهي.” مون چيو مانس! “يار....!! اها ڳالهہ تو واهہ جي ڪئي آهي. اڄوڪي دور ۾ ڇپجڻ بہ وڏي غنيمت آهي.”

هاڻ هُن، ٻين جي واتان پنهنجي ساراهہ وارا قصيده ٻڌڻ لاءِ سهي وانگر ڪن ڪڙا ڪرڻ شروع ڪيا. پر جڏهن ڪتان بہ ڪا سُس پُس ٻڌڻ ۾ نہ آيس تہ مون کي چيائين ؛ “يار ساحل ....! هي سماج بہ ڪهڙو سماج آهي جنهن ۾ جيڪڏهن ڪو ڪارنامو سر انجام ڏئي تہ بہ اهڙو جيڪڏهن نہ ڏئي تہ بہ اهڙو ....” مون پڇيو مانس “اهو وري ڪيئن؟” چيائين ؛ “هيترا سارا شعر رسالن ۾ ڇپيا اٿم. عام ماڻهو تہ ٺهيو پر اديبن جي مٿي ۾ بہ ڪا جُونءِ نہ سُري، منهنجي حوالي سان تہ ڪوبہ ذڪر اذڪار هيستائين نہ ٿيو آهي. هاڻ تون ئي ڪو وارو ڪر .... لک ڪو ليک منهنجي شاعريءَ تي نہ تہ اونداهين غفائن ۾ گم ٿيڻ منهنجو مقدر آهي.” مون دل ئي دل ۾ چيو آمين. چالاڪ تہ آءٌ سندس پَرڪار ڏسيو ويٺو هوس. مصوريءَ جنهن سندس آڱريون زخمي ڪيون تنهن کي ترڪ ڪيائين. شهرت جي شوق ۾ اڇي شاعريءَ جو روح رنجايائين.

مون وري ڪيس سڪٽو دلاسو ڏنو تہ ضرور لکندس. انهيءَ آسري بہ هن ويچاري کي سيارا اونهارا ڏيکاريا پر ڪو ڪڙ تيل نہ نڪتو. وري ڪنهن پيري واءُ مينهن هڪ ڪندو اچي مون مٿان ڪڙڪيو. آءٌ لکڻ پڙهڻ جي ڪم ۾ رڌل هوس. پري کان ڏسي خوشيءَ مان پرجي اٿيو تہ اڄ ضرور مٿس ڪجهہ لکجي رهيو آهي. پر آءٌ تہ ڪنهن ٻئي موضوع تي لکي رهيو هوس .... پڙهي، سندس سڀ خوشيون ڪافور ٿي ويون. مايوسيءَ واري ڪيفيت ۾ هڪ لکيل ڪهاڻي ميز تي ٿهڪائيندي چيائين “هي منهنجي لکيل ڪهاڻي پڙهہ ۽ ريمارڪ ڏي ....آءٌ ڪهاڻيڪار بنجي ويو آهيان .” منهنجي ڏندين آڱريون اچي ويون ۽ سوچڻ لڳس هي بہ ماڻهو ڪو ماڻهو آهي يا فنڪار آهي يا شايد ڪو

هر فن مولا جو وتي هر فن سان پنهنجو پيوند پختو ڪندو. مون ڪهاڻي پڙهڻ شروع ڪئي. اول کان آخر تائين ان ۾ سندس فن جي حوالي سان ڪردار عيان ٿيندو ويو. پاڻ پڏائڻ واري بنياد تي اڏيل سندس ڪهاڻيءَجي عمارت تي مغروريءَ جي چٽساليءَ کان سواءِ سڪٽي شهرت جا شوخ پکي پَسار ڪندي نظر آيم، تڏهن مرڪ منهنجي چپن کي چمي ڏني. آءٌ پڙهنديءِ واهه واهه به ڪندو ويس ۽ هو به ويو ٿي خوش ٿيندو.... پر وري به من ۾ خواهش جاڳيس ته آءٌ سندس ڪهاڻين تي لکان .... منهنجو ضمير وري مون کي ڏنگي رهيو هو ته "پيلي ٿلهي قصيدا سرائي ڪو سنو سئوڻ نه اٿئي وڏيڪ تنهنجي مرضي" ان ڪري هن موڙ تي به آءٌ لهرائي ويس ۽ سندس شاهڪار ڪهاڻين تي لکي نه سگهيس. ته هن منهنجن پيچرن تي ويهڻ ڇڏي ڏنو. ياري دوستيءَ وارا سڀ ننگ وساري ويٺو. وجي پيچ اڙايائين. هڪ صنف نسوان سان خط وڪتابت وسيلي، اها چاڪاڻ ته هڪ اديبا هئي ۽ کيس اميد هئي ته اهائي سندس فن (ڪهاڻين) تي لکندي هن پهرين ان ڪهاڻيڪارا جي ڪهاڻين تي لکيو. اهڙيو لکيائين جو ادبي دنيا ۾ هلچل مچي وئي. اها اديبا ايڏو ته مشهور ٿي جو سندس نالو به هر ڪنهن جي زبان تي اچي ويو. ان ڪهاڻيڪارا به سندس ادبي قرض لاهڻ لاءِ قلم کنيو ۽ سندس فن (ڪهاڻي) کي فرش تان کڻي وجي عرش تي پهچايو. سنجيده ادبي تنقيد پري کان ئي تماشو ڏسندي رهجي وئي. هڪ ڏينهن اخبار ۾ ٿي ڪالمي سرخي لڳي. "ان اديب ۽ اديبه پاڻ ۾ پريم پرڻو ڪري ڇڏيو به صنف مخالف اديب ادبي ۽ سماجي حوالي سان شهرت جي آسمان تي پهچي ويا". پڙهي آءٌ سوچن جي پاتال ۾ لهندو ويس گهرو.... گهرو تمام گهرو.



# مڇو موالي

- پنهنجا شهر هلڪا ڪرائي ڇڏ!
- اهي جي هلڪا ڪرايم ته پوءِ ڪير ڪنبندو مون ڪان.
- پيلا ٻڌاءِ ته سهي توکي ڪيترا ماڻهو ڏسي ڏڪن ٿا؟
- ڪيترائي!
- تڏهن ئي ته ڪالهه هر ڪنهن جي وات ۾ گهوڙا گهوڙا هئي........ مڇو موالي هينئن.......... ڪي هونئن...........
- گهوڙا گهوڙا ڪيئن نه ڪندا، پاڻ به گهٽن جا پڌ پليت ڪيا. هو رازو رستم ڪو نه سڃاڻين....؟! اڇي اٽڪايس مون سان ڪُنڊو پوءِ ته ڦيرائي ڪٽي هنيومانس پٽ تي ڇهه ڏينهن ته رڳو پئي ڪپڙا ڇنڊيائين. وري ڪڏهن اکيون ملائڻ جي همت به نه ڪيائين.
- رازي رستم ڪي پٽ تي هنيئي، پر جڏهن تو گهر جي جڳهه پڪي ٿي ڪرائي ڪانئس تڏهن.............
- تڏهن وري ڇا......! ڳالهه ڪي روڪين ڇو ٿو؟!! موالي چرس سان پريل سگريٽ جو ڪش هٽندي چيو.......
- ٺهيو پيلا ٻئي پيري....؟

- ٻئي پيري وري ڇو هينئر ئي ٻڌاءِ نہ........؟!
- مون کي تہ خبر ڪونہ هئي، پر ولو وريام واري ڇوڪري ٻڌايم تہ ميچو موالي، رازي کي ڇو هنيو هو پٽ تي؟! دراصل رستم رازي، سندس شهپرن سان ڪجھہ مڙئي اڻ سڌيءَ طرح کؤنس ڪئي هئي.“
- منهنجي شهپرن کي ڏسي پئي مُڇن کي موڙا ڏنائين.
- تنهنجي شهپرن کي ڏسي يا گهر ۾ سانديل گلاب کي.
- گلاب وري ڪهڙو؟! منهنجي گهر ۾ تہ ڪو گلاب پوکيل ئي ڪونهي؟!
- ٺهيو يلا ڇڏيون ٿا اهڙين ڳالهين کي، پنهنجا پاڻ ۾ آهيون يلا ٻڌاءِ ساماڻل ڇوڪريءَ اٿاريئي يا نہ....؟
- توکي منهنجي نياڻيءَ جي ڪهڙي ڳڻتي اچي ورايو آهي.؟
- نياڻي پرائو ٻار آهي. اڄ ڪي سڀاڻ ٻار تہ لاهڻو ئي پوندو..!
- پاڻ کي اهو ٻار ڪڏهن محسوس ئي ڪونهي ٿيو.
- پوءِ يلا هي شهپر..........
- ميچو مواليءَ جو ڪنڌ شرم وچان جهڪي ٿو وڃي ۽ هُو ڪجھہ ڪڇي نہ ٿو سگهي!!



# ڪشف

چور......... چور.....!

مولانا صاحب جي هجري اندر، مولانا جي عدم موجودگيءَ ۾، هڪڙي شخص ٻئي جي ٻانهن ۾ مضبوط هٿ جڪڙيندي زوردار آواز ۾ چيو ان زوردار آواز سبب پاڙيوارا حُجري طرف وڌي آيا.

شڪل شبيهہ ۾ ڪاراڻ ڏي مائل شخص سندن توجہ جو مرڪز بڻجي پيو، ڪو ڪيس بيگناهہ ۽ ڪو ڪيس سزاوار ٺهرائي رهيو هو، پر اڪثريت اهڙن ماڻهن جي هئي، جن ڪيس بي گناهہ ٿي ٺهرايو چاڪاڻ تہ جنهن شخص ڪيس چوري ڪندي پڪڙيو هو، ان جي ڳالهين مان، ان چور جي چوري بابت تضاد جي بوءِ ٿي آئي.

اتي مڙئي آيل ماڻهن مان ڪن چور سان، ان چوري بابت گفتگو ڪئي، جنهن جو الزام مٿس هنيو ويو هو. هن پنهنجي موقف جي وضاحت ڪندي چيو تہ هُو فقط خدا جي نالي تي، خيرات وٺڻ جي نيت سان حجري اندر داخل ٿيو هو ۽ ٻاهران حجري مان ايندڙ شخص کيس چور سمجهي سوگهو ڪيو. حجري اندر موجود سيئي ماڻهو مولانا صاحب جي انتظار ۾ ئي هئا تہ مولانا اچي وارد ٿيو. مولانا صاحب تي ان چور جي چوري ڪرڻ بابت ڪشف شايد اڳ ۾ ئي ٿي

چڪو هو، تنهن بنا ڪنهن پڇا ڳاڇا جي چور تي لٺين جي وسڪار لائي ڏني اها ماجرا ڏسي، اتي ويٺل ماڻهن جي ڪنن جي پردن سان، مولانا صاحب جو ڪالهوڪو مسجد جي لائوڊ اسپيڪر تان ڪيل واعظ ٽڪراڻ لڳو ”ڪنهن به چور جي چوري ثابت ڪرائڻ لاءِ ٻن مرد ماڻهن جي شاهدي نهايت اهم آهي، ٻن مان هڪ شاهد به جيڪڏهن گهٽ هوندو ته اها شاهدي قبول نه ٿي ڪري سگهي.“ ايتري ۾ سڀ ماڻهو حيرت مان، هڪ هڪ ٿيندا هجري مان ٻاهر نڪري ويا.



# پنهنجا ٿيا پرايا

نورل کٽ تي ويٺو پنهنجي هيٺي ماءُ کي گهوري رهيو هو جيڪا
ڪيترن ڏينهن پڄاڻان بہ زندگي ۽ موت جي ڪشمڪش مان پنهنجو
پاند آجو نہ ڪري سگهي هئي. نورل قد ۾ بندرو پر بدن ۾ پريل، شڪل
شبيهہ ۾ ٺاهوڪو جوان هو، پر الائجي تہ ڇو هو ماڻهن جي نظرن ۾ صفا
ڪريل محسوس پي ٿيو. ماڻهن ٺوڪ طور کيس نورل بدران الائي تہ ڇا
جو ڇا پئي سڏيو ۽ پڪاريو...... شايد سندس بندرو هئڻ، هن لاءِ وڏي
ٽنوليءَ جو ڪارڻ بڻجي آيو هو، پر هو قدرت جي بناوت اڳيان بيوس
هو. جنهن ڪيس تہ ايئن ئي ٺاهي ڇڏيو هو پر جيجل ماءُ، جيڪا
زندگيءَ جي بازي هارائڻ تي هئي، تنهن لاءِ تہ هُو هئو جڻ چوڏهينءَ جو
چنڊ! هن جو بندرو هئڻ بہ ماءُ لاءِ سونهن ورونهن جو سامان هو. ماءُ لاءِ
هُو نورل نماڻو ساهہ سيباڻو هو. باقي لوڪ تہ وچي ڏوڙ پائي، جيئن
چوي تيئن چورڻ ڏجيس. نورل جي پويان بہ ننڍا ڀائر هئا جيڪي قد
ڪاٺ ۾، نورل کان سرس ٿي لڳا. جڏهن جوان ٿيا تہ لوڪ کان بہ وکون
اڳيان نڪري ويا. وڏي ڀاءُ سان اهڙا جو ويل بيهي وهايائون، جو شرم
وارن جا ڪنڌ ئي جهڪي ويا! هن سهپ جي سادگيءَ سان بيٺي ڀائرن
کي ڏٺو. قد جو بندرو پر وڏي ۽ وسيع سوچ وارو نورل، انهن ئي ڀائرن جو
معاشي بار پنهنجي ڪمزور ڪلهن تي کڻي کين زندگيءَ جي

رنگينين مان مزا وٺائي رهيو هو. سندن پيءُ ته پيرسنيءَ کان اڳ ئي پساهه پورا ڪري ويو هو. نورل محنت مزدوري ڪئي. زندگيءَ جي معاشي ويڙهاند ۾ ڪڏهن به ڀڀڪيدار لباس نه پاتو. نه ئي ڪڏهن سگريٽ چپن تي رکيائين، پان مصالحا ته هن لاءِ زهر جي پڙي هئي، قناعت پسند زندگي ۽ محنت مزدوري هن لاءِ وڏا سهنج پيدا ڪري وڌا. وتس زندگيءَ جي سٺي پونجي جمع ٿيندي وئي. نورل پنهنجي جيجل ماءُ جو ان ئي پونجي مان جائز نموني علاج ۽ دوا درمل ڪرايو ليڪن آخر ۾ ڊاڪٽر به نا اُميد ٿي پيا. ڪينسر جهڙي موذي مرض کي لاعلاج قرار ڏنائون. سندس نافرمان پائرن پنهنجي امڙ کان ايترو به ڪونه پڇيو: ”امان تون هاڻ نيڪ آهين....؟!“ هو خراب ماحول ۾ گندي ذهنيت جا مالڪ بنجي ويا هئا.

اوچتو نورل محسوس ڪيو ته سندس امڙ جي ساهه کڻڻ جو سلسلو بنهه تيز ٿي رهيو آهي ته هوُ ماءُ جي صفا ويجهو اچي سندس کٽ تي وينو. ماءُ جي چپن تي خشڪي ڏسي هن به ٿي ڦڙا پاڻيءَ جا سندس وات ۾ وڌا، پاڻي سندس واڇن مان ئي وهي ويو. نورل جي ماءُ ڪجهه چوڻ چاهيو پر لفظن جا پکي پنهنجا پر پکيڙي نه سگهيا آکيون هڪڙي هنڌ بيهي ويون ساهن جو تيز سلسلو رڪجي ويو. زندگي، موت هٿان شڪست کائي وئي نورل مٿان ممتا جو سايو هٽي ويو نورل جي دل جو چمن برباد ٿي ويو. چمن ۾ ڇهڪندڙ پکي اوچتو تاهه کائي اُڏامي ويا. هن لاءِ ماءُ جو وجود تتل صحرا ۾ ڪنهن گهاٽي ٻڙ جي ڇانوَ جهڙو هو. هُو جڏهن ٿڪي ٽُٽي ايندو هو ته ان وڻ هيٺان چار پل ويهي، سڪون محسوس ڪندو هو پيرن جي اوچتي کڙڪي تي، نورل گهرجي ڇانئٺ ڏي نهاريو ته سندس پائر بناوتي سياءُ سان گهر

اندر اچي چڪا هئا. نورل کي روئيندو ڏسي، پڪ ٿي وين تہ امان موڪلائي وئي. ان سان گڏ نورل جي نماڻن نيڻن ۾ ڪيئي سوال تري رهيا هئا جن جو جواب وٽن شايد نہ هو. هو ٻئي پوئين پيرين واپس وريا. وچي مٿن عزيزن سان پنهنجي ماءُ جي لاڏاڻي جو سليائون، ”اسان جي گهر قضيو ٿي چڪو آهي.“ ماڻهن جا ميڙ اچي سندس گهر نڪتا. ويچاري فاطمہ بہ وچي ڏرتي داخل ٿي. نورل ٻن ڀائرن سان گڏ، اڪيلو رهجي ويو. نورل جي رهيل پونجي سندس ماڻُ وڏائڻ شروع ڪيو. سندس ڀائرن جي من ۾ دولت جي هوس، اچي ايمان وڏايو تہ ”نورل شيءِ ئي ڪا ٻي آهي.“ اچي جو سندس آڏي ٽيڏي ڪيائون تہ نورل وڏيڪ نماڻو ٿي پيو ۽ پنهنجي پونجي ۽ گذر معاش جا وسيلا ڪٽي سندن حوالي ڪيائين ۽ پاڻ هٿ تي هٿ رکي ويهي رهيو. پر زماني ايئن ڪيس ڪٽي ٿي ويهڻ ڏنو. جن سان چار چڱايون ڪيائين، ڏن دولت، مال ملڪيت تان هٿ ڪٽي ڪين ڏنائين، اهي ئي ساڻس اوٽا پوڙ لڳا. ڪڏهن ٺونشو تہ ڪڏهن مُڪا! ڪڏهن ڌڪا تہ ڪڏهن ٻُجا، سندس مقدر ٻنجندا ويا. هنن چالاڪي سان سندس زندگيءَ جي پونجي، پنهنجي هٿ وس ڪري ورتي نيٺ هڪ ڏهاڙي گهر کان بہ ڌڪي ڏار ڪيائونس هو وائڙو ٿي ويو وچي تہ آخر ڪيڏانهن وڃي. نورل نيٺ پنهنجي دانهن ڳوٺ جي نيڪ مرد وٽ ڪٽي ويو. پر پاڻيءَ مان نہ جهڻ نڪرڻي هئي ۽ نہ مکڻ! اهو ڪشالو بہ وئرٿ ويس. اکين اڳيان اونده اچي ويس ڪونجات وارو رستو ئي ڏسجڻ ۾ نہ پئي آيس. ماءُ فاطمہ جي سوڳ تہ اڳ ئي ساڙي رکيو هوس، جو اندرئي اندر ماڻس کي ياد ڪري روئي پوندو هو. مٿان وري ڀائرن جي بيحيائيءَ جي بار اچي نستو ڪيس اڳ تہ زندگيءَ جي سڄي پونجي هٿ ۾ هوس تہ ڪير ٿي ڪيس

نظرانداز ڪري سگهيو ريزڪي وارو هجي يا پاڇي پُٺيءَ وارو. سيني سڏي ٿي سامان ڏنس خبر هئن ته ”نورل جا پئسا ته ڪيسي ۾ پيا آهن.“ اهي ئي ساڳوٽا پوءِ جڏهن نورل سامهون گذري ته مُنهن ٻيڙو ڪري ڪٽي ٻئي پاسي ڪن. ڀائرن جي ڏڪاريل ڪي لوڪ ڪٿي ٿي لطف مان ڏسي سگهيو پر شابس هجي سائين ساجن فقير کي، جنهن ويهڻ لاءِ ڪٽي اجهو به ڏنس ۽ ٽڪر جو پور به پئي ڪارايس ته مهيني ماس پئسو پنجڙ به ڪيسي خرچي لاءِ پئي ڏنائين.

سائين ساجن فقير جي در تي پيا به ڪئين پلجي وڏا ٿي ويا! نورل کي ڪجهه عرصي پڄاڻا، پنهنجي ئي ضمير اچي ڏنگڻ شروع ڪيو ته ”پرائي در جي ماني کائڻ به ڪيڏي نه رسوائي آهي، مون جهڙي ماڻهوءَ لاءِ؟! جنهن ڪڏهن ڪنهن اڳيان پاند به ڪونه ڦهلايو هن اهي سوچون سوچيندي هڪ رات پاڻمرادو رسي جو ٽڪرو ڪنيو ۽ جهنگل طرف وڃڻ لڳو. اڳيان ٻير ۽ ٽالهين جا وڻ نظر آيس دل جي ڌڙڪن تيز ٿي ويس. رسي جي سرڪڻ ڦاهي ڳچي ۾ وجهي، هڪ وڻ تي چڙهڻ لڳو....

ساجن فقير پريان پڇندو پئي آيو پر هو پڄي نه سگهيو تيستائين نورل هن دنيا مان وڃي چڪو هو.



# سونهن کي سيليوٽ

هوءَ گهڙي گهڙي آئيني ۾ پنهنجو چهرو ڏسي رهي هئي، سندس چهرو اها رونق وڃائي چڪو هو جنهن رونق کي ڪاليج جا اسٽوڊنٽ سيليوٽ ڪندا هئا. جڏهن ڪاليج مان نڪرندي هئي تہ سندس هڪ جهلڪ پسڻ لاءِ ڪاليج جا ڇوڪرا ڪنهن بهاني سان ڪاليج جي ڀر واري پان هائوس تي بيٺا هوندا هئا، ۽ جڏهن ٽانگي ۾ سوار ٿي گهر ڏانهن رمندي هئي تڏهن ڇوڪرن جون نظرون بہ پويان پويان هونديون هوس. مگر سندس نظرون ڪنهن کي بہ لفٽ ڪونہ ڪرائينديون هيون هن جو پيار تہ مسعود سان هو جيڪو سندس ڪلاس فيلو بہ هو مسعود جي پيار ڪيس دنيا اڳيان واٽکو ڪري ڇڏيو هو. هر ايندڙ ڏينهن مسعود ۽ روزينہ تي ڪيترن الزامن جي بارش پئي ٿيندي هئي پر هو سڀ ڪجهہ برداشت ڪري، پنهنجي پيار جي ڪشتيءَ کي ڪنن مان پار ڪرڻ ۾ ڄڻ ڪامياب ويا هئا. روزينہ مهڻن ۽ طعنن جي پرواهہ نہ ڪندي هئي. هن جي سونهن سراسر سچ هئي جنهنکي صرف مسعود ئي پاتو هو. اهڙي طرح وقت پاڻيءَ جي تيز وهڪري جيان وهي رهيو هو. روزينہ ۽ مسعود جي تعليم بہ اچي پايئہ تڪميل کي پهتي هئي. تڏهن هنن هڪ ٻئي کان ائين روئي موڪليو هو ڄڻ ساري ڄمار لاءِ هو هڪ ٻئي کان وڇڙي رهيا هئا. هنن ٻنهي کي يقين ٿي چڪو هو تہ وري اسان جو ملڻ محال آهي. هو زندگيءَ جي

اهڙي ٻہ واٽي تي بيٺل هئا، جتان کين هاڻي ڏار ڏار زندگيءَ جو سفر طئہ ڪرڻو هو.

اڄ آئينو ڏسندي ئي ذهن ۾، ماضيءَ جي يادين جا عڪس ابرڻ لڳا هئس. هوءَ سوچڻ لڳي " هي اهوئي چهرو آهي جنهن جي سونهن کي ڪاليج جا اسٽوڊنٽ سيليوٽ ڪندا هئا ۽ جنهن جي هڪ جهلڪ جهٽڻ لاءِ ڪاليج جا ڇوڪرا پان هائوس تي انتظار ڪندا هئا... اُف ڪهڙو نہ حسين سمو هو" اهي رڳو سندس ماضيءَ جون يادون هيون مگر اڄ سندس چهرو اهو نہ رهيو هو، جنهن چهري کي ڪاليج جا اسٽوڊنٽ سيليوٽ ڪندا هئا، سندس چهري ۾ گهنج پئجي ويا هئا، جيڪي هاڻ پيرسنيءَ جا پار هئا ۽ جڻ چئي رهيا هجنس" تہ تون اها روزينہ ناهين،جا ڪاليج جي دور ۾ هئين جنهن روزينہ تي هڪ تہ ڇا هزارين جوانيون عاشق هيون مگر سندن تمنائون پوريون ڪين ٿي سگهيون هيون، سواءِ مسعود جي جيڪو پڻ ان ڪاليج جو اسٽوڊنٽ هو. ان کي ئي تنهنجي پيار جون گهڙيون ميسر ٿيون هيون."

سندس سونهري زلفن ۾ هاڻ اڇن بہ پنهنجو مقام حاصل ڪري ورتو هو جيڪي هاڻي سندس گذري ويل جوڀن جواني تي ٽوڪ ڪري سندس اندر جي زخمن تي لوڻ ٻرڪي رهيا هئا ۽ اهو احساس ڏياري رهيا هئا تہ "وقت ڪيئن نہ واريءَ وانگر هٿن مان وهي ٿو وڃي ۽ پوءِ ماڻهو ڪٿي جو نہ ٿو رهي. ڪيس ماضي جي انڌيارن عڪسن مان مسعود جو ڌنڌلو چهرو نظر آيو، جو سندس پهريون پيار ۽ آخري محبوب هو. جنهن کي هن گهڻن چاهيندڙن جي تمنائن کي دفن ڪري حاصل ڪيو هو. سو بہ سندس نظرن کان گهڻو گهڻو اوجهل هو. مگر روزينہ وٽ سندس يادون باقي رهجي ويون هيون. هوءَ آئينو ڦٽو ڪري

۽ ماضيءَ جون يادون تازه ڪرڻ لاءِ مسعود جا لکيل خط کولي ٿي، جيڪي مسعود نوڪري دوران جدائي ۾ ڪيس لکيا هئا.

هوءَ هڪ خط پڙهي ٿي.

پياري روزينہ

اڄ اوچتو ئي اوچتو تنهنجين يادين جا ڪنول من منجهه ۾ ٽڙڻ لڳا. مايوسيون ۽ مونجهارا ختم ٿيڻ لڳا. تنهنجي حسين ياد، منهنجي جيئڻ ۽ جياپي جو پيغام کڻي آئي هئي. تڏهن ڪوري ڪاڳر تي تنهنجي ياد جا لفظ اوتڻ وينس ۽ ائين لکندي لکندي ڪوري ڪاڳر کي تنهنجي حسين ياد جي لفظن سان سجائي ڇڏيم.

فقط تنهنجو پنهنجو

مسعود...

هوءَ خط پڙهي روئي پئي هئي ۽ پنهنجي رُڻل پيار تي ماتم ڪيو هئائين مسعود جيڪو سندس پهريون پيار هو. تعليم پرائي جڏهن نوڪري جي منزل تي پهتو هو تہ ترت ئي روڊ حادثي جو شڪار ٿي ويو هو پوءِ ان کان خط اچڻ بند ٿي ويا هئا. تڏهن روزينہ کي ايڏي ونڌ ونڌ ٿي هئي. جو ڏينهون ڏينهن مسعود جي ياد ۾ ڳرندي وئي هئي. هن کي اها خبر نہ هئي تہ سندس مسعود روڊ حادثي جو شڪار ٿي ويو آهي ۽ ان جو موت ڪنهن اخبار جي سرخي جي زينت بڻجي چڪو آهي. هن کي جڏهن بہ مسعود جي ياد ايندي هئي، تڏهن مسعود جي لکيل خطن کي پڙهي دل تان بار هلڪو ٿيندي محسوس ڪندي هئي ۽ يادون ئي هاڻ سندس سهارو وڃي بچيون هيون.



# خواب رستا

ڪمري اندر موت جھڙي خاموشي ھئي ليڪن ان خاموشيءَ ۾ بہ
ڪمري جي دائري اندر ساھہ کڄڻ جو سلسلو جاري، جنھن جي معنيٰ
تہ خاموشي جي ھوندي بہ زندگي روان دوان ۽ خوابن جي ٽوڙ مروڙ!
ڪمري اندر پنج ڄڻا اگھور ننڊ ۾ ستل، پر خواب ھر ڪنھن جو
پنھنجو پنھنجو! انھن پنجن ڄڻن مان ھڪ جوان، جنھنجا خواب بہ
جوان ئي ھوندا، ھُن خود وانگر؟! ٻئي نمبر تي اُن نوجوان جي گھر
واريءَ سيما جنھن جو نانءُ اچارڻ سان ئي تصور ۾ ماضيءَ جي ھڪ
خوبرو ڇوڪريءَ جو عڪس سامھون پوز ھڻي ٿو بيھي، جا ڪاليج ۾
ھن ئي نوجوان ارشد سان گڏ پڙھندي ھئي ۽ اج کان ٺيڪ ست سال
پھرين سندن لو مئريج ٿي وئي ھئي. اھي ٻئي زال مڙس ڊبل بيڊ تي
آرامي آھن. ليڪن سندن خواب رستا الڳ آھن. باقي سندن ٽي گلن
جھڙا مرڪندڙ ٻارڙا! ڇوڪرو واحد ۽ بہ ڏيئرون صنم ۽ شبنم آھن
ڇوڪريون تہ گڏ ستل ٽيون ڏسجن، ليڪن واحد اڪيلو ئي خوابن
جي ھجوم کي منتشر ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ۾ رُڌل آھي.

جنوري جي سرد رات ھئڻ ڪري، ٻاھر پارو ڄمائيندڙ ٿڌي ھوا
لڳي رھي آھي، ڪمري اندر زيرو بلب جي روشني ٻڌائي پئي تہ
ڪمري جو دروازو ٻيڪڙيل ضرور آھي ليڪن اندران ڪنڊو لڳل

ڪو نہ اٿس. ارشد جي ٻانهن ۾ ٻڌل گهڙي ٽائيم پئي ٻڌائي. رات جا ٽيڪ ساڍا ٻارنهن وڄي چڪا آهن. ٺيڪ ان سمي ارشد جي اکين جي رستي مان هڪ خوفناڪ خواب گذرڻ لڳي ٿو. ٽي نقاب پوش غنڊا ڏانهس وڌي رهيا آهن. سندن هٿن ۾ ريوالور آهن.

ارشد، ڏينهن جو پنهنجي ڊيوٽي تان موٽي رهيوهو هو شهرجي وڏي سول هاسپيٽل جي وارڊ ڇهين ۾ ڊيوٽي ڊاڪٽر آهي، اتان ايندي شهر ۾ شديد فائرنگ جو آواز ٻڌو هئائين، جو سندس ذهن جي ڪال ڪوٺڙي ۾ محفوظ ٿي چڪو هو. ارشد ڊيوٽي تان موٽندي سوچيو هو. ”هي فائرنگ ۽ ڌماڪا آخر ائين آزادگي سان ٿيڻ، ڪيڏي نہ اچرج جي ڳالهہ آهي؟! سرڪار جي ڪارندن جو ڪم شايد اجائي ڪو پيو آهي، تڏهن ئي تہ بنا ڪنهن وقفي جي پئي رت جي راند هلي“ هو سوچي سارو ڪنبي ويو.

دل جي ڌڪ ڌڪ تيز ٿيندي ويس. اتي ياد آيس پنهنجو يار ڊاڪٽر مدد علي! جنهن کي دهشتگردن ڪجهہ عرصو اڳ موت جي ننڊ سمهاري ڇڏيو هو. ” ڊاڪٽر مدد علي هڪ دلير ماڻهو هو، هو موت کان ڪڏهن نہ ڊنو، پر زندگيءَ کان ڊڄي ويو! جو وڃي دهشتگردن جي در تي بيٺو ڪيس شايد خبر نہ هئي تہ اڳيان رستي تي نقاب پوش ٺهري ڪارروائين ۾ رُڌل آهن ۽ هو انهن کان بچي نہ سگهندو؟! پر هو نہ مڙئو هو سونہ مڙيو ” مرڻ واري خوف کي ئي شڪست ڏيئي ڇڏيائين“ هن پنهنجي دل تي هٿ رکيو تہ پاڻ کي ڊاڪٽر بندهہ علي کان مختلف محسوس ڪيائين اجا تہ هن رڳو فائرنگ جا آواز ٿي ٻڌا. روبرو تہ الائجي ڪهڙي ڪيفيت ٿيئيس ها؟! انهن سوچن مان وري سندس سوچ پنهنجي ڊيوٽي وارڊ ڏانهن. مڙي وئي. ڇهہ ماڻهو جيڪي پهريان

زخمي ٿيا هيا هئا. سندس اکين اڳيان زخمن جا تاب نہ سهي، فوت ٿي ويا هئا. سندن چهرا پنهنجي بيگناهي جو داستان سلي رهيا هئا هو وري پنهنجي ساءِ پٽڪيو. ”هي فائرنگ جو ٻيو رائونڊ آهي. مون کي جلد ئي گهر پهچڻ گهرجي. ٿي سگهي ٿو هو مون کي بہ گوليءَ جو نشانو بنائين“ هُو تڪڙيون وکون کڻندو گهرجي مين گيٽ کي ٻنهي هٿن سان ڌڪي کولڻ جي ناڪام ڪوشش ڪرڻ لڳو. سندس گهري واري سيما ڪا اندرئين پاسي سندس ئي انتظار ۾ بيٺل هئي تنهن ترت ئي کٽي دروازو کوليو. هواندر داخل ٿيو تہ دنيا جهان جا سمورا ڊپ ڊاءَ سندس چهري تي عيان هئا سيما سندس ساهہ کٽڻ واري سلسلي مان ئي محسوس ڪري ورتو تہ ”ارشد ڪيترو نہ ڊنل آهي“ پوءِ ڪانئس پڇيائين تون ڊنل ٿو لڳين! مون کي ٻڌاءِ آهي تہ خير“ ”چا ٻڌايان توکي؟! تہ آءٌ ڇو ڊنل آهيان؟ توکي ڪو ڊپ ئي نہ ٿو ٿئي! فائرنگ جا آواز گهر تائين منهنجو تہ پيڇو ئي ڪندا آيا آهن“ ”چريا آءٌ بہ ٻڌان پئي اهي آواز پر پاڙ کي ڊڄڻ جو ڪهڙو ضرور آهي. سيما جو جواب ٻڌي سندس خوف بہ قدر ماٺو پئجي ويو.

ارشد جون ڇوڪريون صنم ۽ شبنم ننڊ جي دنيا ۾ محو خواب آهن، شبنم جي هٿ ۾ رانديڪو آهي جا خوشيءَ مان پئي ان سان کيڏي، ٻئي رانديڪي لاءِ بہ پئي سوچي تہ بابا کي سڀاڻ ان جي آڻڻ لاءِ آکيندس“ صنم، خواب ۾ پنهنجي هٿ جي ٺاهيل گڏيءَ سان پئي کل ڀوڳ ڪري! ان گڏيءَ سندس زندگي ۾ ڪيڏيون نہ خوشيون ڀري ڇڏيون آهن جو ان کي ڇڏڻ جي تہ ڳالهہ ئي نہ ٿي ڪري؟! سيما ڪنهن اپسرا جي روپ ۾ آئيني اڳيان اچي بيٺي آهي اتي سندس اندر ۾ گلاب جيان مهڪيل احساس وجود وٺي ٿو.

آءُ ڪيڏي نہ حسين آهيان؟! دنيا جهان ۾ اپسرائون تہ ٻيون بہ هيون پر ارشد تہ منهنجو ئي انتخاب ڪيو. سندن پنڙو واحد، پنهنجي پيءُ سان گڏ، سئنڊل خريدڻ ڪاڻ، بوٽ هائوس تي اچي ٿو. هڪ ڳاڙهي رنگ جو سئنڊل هٿ ۾ ڪٽنڊي پيءُ کي ٿو چوي ؛ ”بابا مون کي هيءُ پسند آهي “ ارشد تہ مسلسل اهوئي خوفناڪ خواب پيو ڏسي تہ تي ڄڻا خطرناڪ هٿيار هٿن ۾ جهلي، ڏانهس اچي رهيا آهن. هو اهو منظر ڏسي ڪنبي رهيو آهي. پنهنجي جڳهہ تان هو چرڻ پرڻ جي ڪوشش باوجود بہ هيڏانهن هوڏانهن نہ ٿو ٿي سگهي. انهن ٽنهي ڄڻن جي خوف کيس چو ڪنپو سوگهو ڪري وڌو آهي. ”هاڻ آءُ هنن کان ڪٿي ٿو ٻچي سگهان؟! قطعي نہ! هي مون کي ماري ڇڏيندا، منهنجي دوست ڊاڪٽر وانگر!

هن جي ٻچن جو تہ الائجي ڇا ٿيو؟! پر منهنجا ٻچا رلي ويندا .... آءُ تہ صفا ڪو چريو آهيان؟! هنن تہ ڊاڪٽر مدد علي جهڙا هزارين سولي سزا وار ڪري ڇڏيا. اهي بہ تہ ٻارن ٻچن وارا هئا. انهن جي ٻارن جو ڇا ٿيو ڪجهہ بہ معلوم ڪونهي.“ هو اهو سوچيندي جذبات جي شدت مان هڪ وڏي هڪل ڪري اٿي ڪڙو ٿيو. اچانڪ سندس اکيون بہ کلي ويون پنهنجي پير ۾ سيما کي مرڪندي ڏسي، سندس چپن تي حيرت گاڏڙ پر الميہ مرڪ رقص ڪرڻ لڳي هو پنهنجو پاڻ کي ڪنهن وڏي بار کان آجو ۽ هلڪو محسوس ڪري رهيو هو. تازي اپري آيل سج جا ڪرڻا ڄڻ مٿس وڏا ٺهڪ ڏئي رهيا هئا.



# روما جون رڙيون

- ڇا ڪنديس اهڙي جيون کي، جنهن ۾ خوشيون نہ هجن، جنهن ۾ سرور نہ هجي. ان ڪان مورڳو هي زندگي ئي نہ ملي ها تہ ڪر سٺو هو.
- زندگي تہ ملي وئي پوءِ پاڻ رنج هجون يا راضي! اها گهارڻي بہ تہ پوندي.
- گهارڻي پوندي يا گذارڻي پوندي؟!
- تون جيئن سمجهين، پر اها حقيقت آهي تہ زندگيءَ ڪان سواءِ بہ تہ ٻي ڪا شيءَ املهہ ڪانهي.
- ٻيون شيون تہ واقعي ئي مُلهہ واريون آهن هيءَ پنهنجو مٿي جو رئو وارن ۾ لڳل ڪلپ، چپن تي لڳل سُرخي، ريشمي چمڪندڙ وار بہ تہ ڇڻ ملهہ مهانگا آهن، جو شيمپو بہ اعليٰ ڪوالٽيءَ جو اڄ ڪلهہ وڏي رقم طلبي ٿو. پوءِ ئي وارن ۾ ريشمپڻو اچي ٿو. باقي زندگي ٿي املهہ معنيٰ بي ملهيٰ جنهن جو ڪو ملهہ نہ هجي. اهو نہ ٿي سوچين ڇري! تہ زندگي بہ ملهہ طلبي ٿي. زندگيءَ جو هر هڪ سيڪنڊ، منٽ، پهر سال گهڙيون ۽ ساعتون سڀ جون سڀ ملهہ طلبين ٿيون. هڪڙي قيمت چڪائين ٿيون. زندگي مزدور جو پگهر بنجي چمڪي ٿي تہ ڪارخانا هلن ٿا. هڪڙو سيڪنڊ بہ محنت ۽ مشقت سان گذري ٿو تہ ڄڻ زندگي پنهنجي قدر و قيمت چڪائي ٿي. لابارو ڪندڙ لاهياري عورت جي چيلهہ مان ٽڪاءَ نڪرن ٿا. ڪٽڪ جي سنگن سلن مان اڏيل ڏوڙ اُن لاهياريءَ

جي نڪ، وات ۾ واسو ڪري ٿي جڻ زندگي پنهنجو ملهه چُڪائي ٿي. تون وري چوين ٿي زندگي املهه آهي. جنهن جو ڪو ملهه ڪونهي! پر آءٌ چوان ٿي ائين قطعي بہ ناهي زندگيءَ جو ملهه آهي، زندگيءَ جي قدر قيمت آهي. جو هر ڪو هڻ هٽان ۾ آهي.

- پوءِ تون اُن قدر و قيمت کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪر! ائين نہ چئو تہ زندگي ڇو ملي آهي؟! ناشڪريءَ واري وات تہ گهٽ ۾ گهٽ نہ وٺ.
- ڇڱو ڀلا وڏ ۾ وڏ ٿي وٺان .... جيڪو ڏيڻ چاهيو اهو وٺان .... ڏيو نہ..
- ڏيون بہ ڇا توکي؟! اسان وٽ آهي بہ ڇا؟! سونهن تہ توکي ملي آهي.
- جيڪڏهن مون کي ملي بہ آهي تہ حسد ڇو ٿا ڪريون؟! اوهان تہ ٽڙيل گلن جي سونهن بہ برداشت نہ ٿا ڪري سگهو. جو خوشبو وٺڻ جي بهاني، انهن جي وجود کي روڙي رتورت ٿا ڪري رکو.
- اهي گل خوشبوءَ لاءِ ئي تہ آهن خوشبوءِ مان واس وٺڻ، هر انسان جي فطرت ۾ شامل آهي.
- اهو واس ماڻهو گلي لڳائي بہ وٺي سگهي ٿو. انهن جي وجود کي رت ڪري، واس وٺڻ ڪٿان جو انصاف آهي.
- ڇڏ ڪٽي اهڙين ڳالهين کي ڇري! اڄ گلن لاءِ اڇي همدردي پيدا ٿي اٿئي!
- مون کي فطرت جي هرشيءَ سان همدردي آهي. تون رڳو گلن جي ٿي ڳالهه ڪرين. مون کي تہ ڪنڊن سان بہ پيار آهي. جيڪي فطرت جي فن جو شاهڪار نمونو آهن. اهي هٿ جيڪي جهنگن کي آگ لڳائين ٿا. وس پڄيم تہ انهن کي جلائي خاڪ ڪري ڇڏيان جيڪر! اهي هٿ فطرت جي سونهن بگاڙيندڙ آهن،

پراهي هٿ جيڪي فطرت ڪي سنواريندڙ آهن، انهن ڪي جيڪر چمان.

- اڄ اهي چمين جون ڳالهين اڄي ڪنيون اٿئي! آهي تہ خير نہ؟
- سڀ خير آهي بس مون تہ فقط محبت جي ڳالهہ ڪئي آهي. فطرت سان محبت جي ڳالهہ. فطرت جي هر ذري سان پيار جي پيوند جو ترانو!
- فطرت سان جي تنهنجي محبت آهي تہ پوءِ زندگي بہ فطرت جي مظهرن مان سهڻو مظهر آهي. ان لاءِ تنهنجا شروعاتي رمارڪ ڏاڍا اڻ سونهندڙ آهن.
- مون تہ دراصل خوشين جي ڳالهہ ٿي ڪئي. خوشيون جن بابت سوچيم تہ ڪنهن ڪي پنهنجو پاڻ ارپڻ، سان ملي وينديون سي نہ ملي سگهيون مون پنهنجو جيون هن ڪي ارپن ڪيو هو. سمجهين ٿي نہ ... ڪنهن ڪي....؟! ٺيڪ سمجهيئي بلڪل اهوئي! ان ڪي پنهنجو جيون ارپيم هو ڏاڍو اداس هو. هو بيابان ۾ رلندڙ هڪ اهڙو روح هو جنهن ڪي پيار جي تشنگي هئي. جڏهن مون ڪيس پنهنجي محبت جو مڏ آڇيوتہ ٽڙي پيو. هن جي اداسي پرَ ڪري اڏامي وئي. مون ڪي بہ بيشمار خوشين پنهنجي گود ورتو.. آءٌ خوشفهميءَ جي آسمان ۾ اڏامڻ لڳس، جتي خود فريبي جا ستارا، منهنجي اکين ۾ اُهاءُ ڪرڻ لڳا. مان اصل بي نياز بنجي ويس. پر اڳتي هلي ڇا ٿيندو..؟! ڪجهہ بہ سوچي نہ سگهيس منهنجي غلام سوچ هن جي مصنوعي محبت جي سنگهرن۾ سوڙهي ٿيندي وئي. هن شروع ۾، پنهنجي پيار ڪي پاڪيزه رکيو اهڙو پاڪيزه، جهڙو چشمي جو اڇو اجرو پاڻي پوءِ ڇا ٿيو....؟! توڪي

ضرور من اندر تجسس واري اندلٽ ريڪا، احساس بنجي پچڻ لاءِ مجبور ڪندي هوندي.... تہ اڳتي ٻڌ! هو پيار ڪندڙ محبت جو پياسو پتڪندڙ روح نہ هو. هو تہ آدم خور هو ماڻهو جو ماس پٽي ڪائڻ وارو.... تنهنڪري منهنجي سرير تي چڙهيل ماس، هن جي ٽارگيٽ تي هو. منهنجي سرير جو ماس، اهڙو وٽندڙ هو. جهڙو ٽڙيل گلاب جا گل، جي پري ڪان ئي ڪنهن کي ڪشش ڪندا هجن ۽ ماڻهو ازخود انهن ڏي رڙهي وڃي هو بہ منهنجي ويجهو اچي ويو هو. ڇا بہ هو پر جيستائين سندس محبت پاڪيزه هئي.... هن جو منهنجي بدن کي Touch ڪرڻ، هڪڙو سهڻو عمل هو. پر جڏهن هن جي نيت ۾ خلل پيو تہ پاڪيزه محبت وارو. خواب نيڻ نگري مان اُڏامي ويو.

- تنهنجي ڪهاڻي بہ ڏاڍي ڪا ٽريجڪ ڪهاڻي آهي. ان ڪهاڻيءَ جو المياتي ڪردار بہ تہ يقينن تون ئي آهين تون اها سندري آهين، جنهن کي سندرتا ۽ سونهن اڻ مئي دولت جيان نصيب ٿي آهي.
- سونهن ۽ سندرتا جي ڳالهہ ٿي ڪرين! هن وحشيءَ جي مون سان وحشيپڻي ڪان پوءِ، ان سونهن ۽ سندر تاجي دولت لٽجي وئي، برباد ٿي وئي، مون تہ هن کي اهڙو بکيو ڪونہ سمجهيو هو جيڪا بک اڪثر جنسي حوالي سان هوندي آهي. هن کي بک جيڪڏهن هجي ها تہ منهنجي خيال ۾ وڌ ۾ وڌ منهنجي سونهن لاءِ هجي ها، منهنجي آواز واري سنگيت لاءِ هجي ها. مون سان گفتگو ڪري هو وڌ کان وڌ حظ حاصل ڪري پئي سگهيو! پر افسوس جو ائين نہ ٿي سگهيو. هُو اهي سڀ سرحدون اورانگهي

اڳتي وڌي ويو مون وٽ محبت جو جيڪو معيار هو سو تہ تون منهنجي ڳالهين مان ئي پروڙي وئي هوندينءَ؟! ۽ هن وٽ .... اهو بہ ذهن نشين ٿي ويو هوندئي اهڙي محبت وارو معيار منهنجو آدرش هو. آدرش جڏهن ٽٽندا آهن تہ جيون مان مزو موڪلائي ويندو آهي. مون ان سبب جيون کان بيزار ٿيندي، اهڙا رمارڪ ڏنا.... جن جو پس منظر دراصل اڳ ۾ توکي معلوم نہ هو تون ڪر خبر تنهنجي سهيلي روما جي.... اها ئي روما جيڪا سونهن ۾ سرس هئي، سا اُن حوالي سان تہ مون کي بدليل بدليل پئي لڳي. ان تي شايد زماني جو انقلاب اچي ويو. تڏهن سندس چهرو بہ داغدار ٿي پيو آهي.

- ٻي تہ خبر ڪا نہ اٿم پنهنجي سهيلي روما جي! البت سندس سونهن سان حسد رکندڙن کيس نہ بخشيو. جڏهن Sexual attamp لاءِ انڪار ڪيائين تہ تيزاب هاري سندس چهرو داغدار بنايو ويو. هن کي تيزاب جلايو تہ زور زور سان رڙيون ڪرڻ لڳي. آسمان ڪڪرن مان ڳوڙها ڪونہ وسايا. ڌرتيءَ ۾ ڪا بہ جنبش ڪا نہ آئي، هوءَ هئي تہ ڌرتيءَ جي دادلي، جنهن کي ڌرتي ئي جنميو هو ۽ پوءِ هن رڙيون بند ڪري ڇڏيون. هو وحشي پنهنجي ماڙي نما ڪوارٽر جي ڇاڙهين تي چڙهندا بہ ٿي ويا تہ روما جون رڙيون ٻڌي، ٿهڪ بہ ٻرائيندا ٿي ويا.
- بس ڪر چري! اهڙي وارتا ٻڌائيندي ڊپ ئي ڪونہ ٿو ٿيئنئي! مون کي تہ ٻڌڻ سان ائين پئي محسوس ٿيو. جڻ اهو سڀ ڪجهہ منهنجي اکين اڳيان ٿي رهيو آهي. لعنت هجي اهڙي بي حس سماج تي، جنهن روما جي درد ناڪ رڙين کي نہ ورنايو آهي جي ان

موقعي تي هجان ها تہ انهن وحشين کي اهڙو سبق سيکاريان ها جو هوند ڪين يا عمر نہ وسري ها!!

- هن کي کهڙو سبق سيکاريئي،جيڪو تنهنجي پاڪيزه محبت جون سڀ سرحدون اورانگهي، تنهنجي سونهن ورونهن جا سڀ پئمانا ڏوڪي ويو.
- تون چڏ هاڻ اهڙين ڳالهين کي، جن جي ڪري منهنجي سرير ۾ ستل سور ٻيهر سجاڳ ٿي پون.
- هو ٻئي هلندي، ڳالهيون ڪنديون اڳتي وڌنديون پئي ويون. ٽرئفڪ جو شور،سندن سماعتن ۾ عجيب موسيقي پيدا ڪري رهيو هو. سندن آسپاس، هنن جي جوڙي جي برعڪس، جنس مخالف جوڙا شهر جي گلين ۾، پسار ڪري، جيون مان خوب انجواءِ ڪري رهيا هئا. هي ٻئي گڏ هوندي بہ، پنهنجو پاڻ تنها محسوس ڪري رهيون هيون. کين سارو جيون بي معنيٰ لڳي رهيو هو. شهر تي رات جي ڪاري چادر اوڍجڻ لڳي هئي. روشنيون وسامي رهيون هيون.



# واچوڙاءِ واٽون

هن جي جسم تي ڦاٽل ميرا ۽ پراڻا ڪپڙا، سندس ئي زندگيءَ تي مذاق ڪري رهيا هئا ۽ شيوَ وڌيل هئي.هوُ اُن تي ايترو پريشان نه هو ته ڪپڙا پراڻا آهن يا سندس شيوَ وڌي وئي آهي، بلڪ هن جي پريشانيءَ ۾ گهڻو واڌارو تڏهن آيو جڏهن سندس دوستن ڪي ڪنهن اداري طرفان،ڪو جشن ملهائڻ جي سلسلي ۾ دعوت ڪارڊ وصول ٿيا ۽ هن کي ان اداري طرفان نظر انداز ڪيو ويو تڏهن سندس سوچن جو سلسلو ڪيس مايوسيءَ جي طوفان ۾ گهيريندو ويو.هو ڏينهو ڏينهن احساس ڪمتريءَ جو شڪار ٿيندو ويو. پاڻ کي پين ڪان گهٽ سمجهڻ ۽ پنهنجي تحريرن ۾ شعوري کوٽ محسوس ڪرڻ اهي سندس سوچن جا بنيادي محور هئا. انهن ڪمزورين کي سامهون رکي پنهنجو پاڻ ۾ هڪ بنيادي تبديلي آڻڻ، سو به جديد تقاضائن مطابق سندس لاءِ ڪيڏو نه مشڪل مسئلو هو. سندس لکڻين تي دوستن جو مذاق اُڏائڻ روز جو معمول بنجي چڪو هو. دوست به ساٿس دوستيءَ جي روپ ۾، دشمنيءَ جو ڪردار نڀائيندا رهيا هئا ڏينهن گذرنداويا ڪنهن قافلي جيان. اهو ڏينهن به ويجهو پوندو ويو، جنهن ڏينهن تي جشن جو پروگرام رٿيل هو. دوست هر هر کيس ڪارڊ ڏيکاري چون ته ”هاڻ پروگرام به اچي ويجهو پهتو آهي جشن تي هلڻ جو ارادو اٿئي يا نه؟!“ ڪنڌ هيٺ ڪري شرمندگيءَ جي اظهار سان جواب ٿي ڏنائين. ”ها مان هلندس جشن تي .... اخبار وسيلي سڀني ادب دوستن

کي مدعو ڪيو ويو آهي. ڪارڊ ڪو ضروري ته نه آهي.“ رد عمل ۾
سندس دوست هلڪي مرڪ مرڪي، مٿس پيا ٽوڪ ڪندا هئا.
ڪڏهن ته هو به مٿن ڏمرجي ٿي پيو. ”هي وري ڪهڙا آيا آهن،
سڄي دنيا جا ٺيڪيدار....؟! دنيا سڄاڻي ئي هنن کي.... باقي پيا ماڻهو
ئي ڄڻ مري ويا. اڙي هلو سڄاڻانوَ ٿو.... هينئر بس ڪِنان ڪو قسمتي
دعوت ڪارڊ مليو اٿو ته سڄي دنيا ئي ڪٺي مٿي تي کنئي اٿوَ! خبر ته
تڏهن پوندي جڏهن جشن ۾ شامل ٿينداسون، ته ڪنهن کي ٿو وڏيڪ
مان ملي؟! هاڻ، دوستن لاءِ سندس رويو جارحاڻو پئي ٿيندو ويو. پاڻ
اندر ئي اندر ۾، جشن ۾ شامل ٿيڻ لاءِ سوچي رهيو هو. ادبي فنڪشن ۾
شامل ٿيڻ جي صورت ۾، هن اڳواٽ پنهنجو نڪور غزل تيار ڪري
ورتو هو. ” مان پروگرام ۾ شامل ٿي پنهنجي نڪور شاعري پڙهندس.
تاڙيون وڄنديون، سڄو هال تاڙين جي گونج ۾ منهنجي شاعري کي داد
ڏيندو....“ هُو پنهنجي پاڻ سان ڳالهيون ڪري اهڙي قسم جا پڪه
پچائي دل کي تسڪين ڏيندو هو. کيس شوق ته تمام گهڻو هو ته جشن
تي وڃجي ليڪن دعوت ڪارڊ نه هئڻ جي شڪايت سندس لاءِ وري
به مٿي جو سور بنجي وئي هئي. انهي ڪري سندس ذهن ۾ انيڪ
خدشن اچي وجود ورتو هو. ”ٿي سگهي ٿو جنهن هال ۾ جشن جو
اهتمام ٿئي ان جي گيٽ تي ڪو ماڻهو بيٺل هجي، ۽ دعوت ڪارڊ
ڏسي پوءِ ئي اندر ڇڏي! مون وٽ ڪارڊ ته بلڪل ئي ڪونهي! پيو ته
سڄاڻيم به ڪو ڪونه؟ ڪوئي مون کي ڌڪو ڏئي واپس ڪري پوءِ ڇا
ٿيندو...؟! عزت ٽڪي جي به نه رهندي ۽ وري نالي جا دوست، جيڪي
مون لاءِ رقيب بنجي چڪا آهن ۽ هر هر ڪارد ڏيکاري، اهو تاثر ڏيڻ
جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. ته ڏس اسان کي دعوت ڪارڊ مليا آهن
۽ توکي ....؟!! انهن جو رد عمل به غضب جو هوندو ۽ ڳوٺ پوءِ وري
ڪهڙو مُنهن کڻي ويندس؟! ڳوٺ جو هر عام خاص ماڻهو مون لاءِ
ڪهڙي راءِ رکندو؟! ته ؛ ”هي همراه جشن تي ويو هو. پر کيس ڌڪا ڏئي

هال مان ٺئي ٻاهر ڪڍيو ويو.“

هو هيڪر وري بہ اميدجا ڏيئا روشن ڪري ٿو! ”آخر اڳيان اديبن جو ميڙاڪو آهي. مان بہ تہ هڪ اديب آهيان اهو ڪيئن ٿو ممڪن ٿي سگهي تہ هڪ اهڙي قلمڪار شاعر کي جيڪو هن ديس جي ماروئڙن لاءِ قلمي جهاد ڪري ٿو. تنهن کي مورڳو ڌڪاري جشن هال مان ٺئي ٻاهر ڪڍيو ويندو. جشن جو عام مطلب آهي. خوشي ملهائڻ! اهڙي خوشيءَ جي موقعي تي ائين تہ ٿي ئي ڪونہ ٿو سگهي؟!“

هو پنهنجو پاڻ کي مطمئن ڪري جشن جي تيارين ۾ لڳي ٿو وڃي. پر جڏهن هڪ نگاهہ پنهنجي وجود تي اڇلائي ٿو ڪيس پنهنجي بدن تي پراڻا ۽ ڦاٽل ڪپڙا پهريل نظر ٿا اچن. ڏاڙهي تي هٿ ڦيرائي پنهنجي شيوَ جو جائزو وٺي ٿو. شيوَ تمام وڌيل نظر ٿي اچيس ۽ تڏهن پنهنجي غريبيءَ تي ويچاري اونهو ساهہ کڻي ٿو.... پنهنجا لٽا پراڻا ۽ ڦاٽل ٻين ماڻهن کي سٺا ڪپڙا پهريل ڏسي، معاشري جي اڻ برابريءَ تي اُڌما اٿنس ٿا.

”هي ڪهڙو معاشرو آهي جنهن کي اڻ برابريءَ وارو غلاف ڍڪايو ويو آهي.؟! هتي امير تہ وڌ امير ٿي رهيا آهن ۽ غريب ويچارا وري غريب تر! آءٌ هڪڙو اديب آهيان، جنهن وٽ اچا پنا ڪوڙملي ويندا ۽ قلم بہ هٿيڪو حاضر هوندو. جنهن سان آئون سماجي ناانصافي خلاف ويهي لکندو آهيان. منهنجي معاشي بدحاليءَ جي هر ڪنهن کي ڄاڻ آهي. مون پنهنجي ڪيسي ڏانهن ڏٺو آهي، جيڪو في الحال جشن ۾ وڃڻ ۽ پنهنجي تخليق پڙهڻ جي سلسلي ۾ ڪا بہ همت افزائي نہ ٿو ڪري سگهي.“ هُو انهن سوچن ۾ ئي پاڻ کي بس اسٽاپ تي پائي ٿو جتي دوست بہ ساڻس گڏ آهن. بس اچي ٿي .... سندس دوست بس ۾ چڙهي ٿا پون! بس رواني ٿئي ٿي تہ هُو پويان بس جي اڏامندڙ ڌوڙ کي غور سان ڏسندو رهجي وڃي ٿو.



# ساحل تي سرگوشيون

هن سان ڪيترا ڀيرا نديءَ ڪناري وڃڻ ٿيو هو. پر جڏهن اڪيلو ويجان ته فطرت جا نظارا ۽ نديءَ جون لهرون ۽ ٻيا منظر به موڳا موڳا پيا محسوس ٿين. هن جي ساڻ هوندي ڪهڙي شڪتي پئي نظارن کي جماليات اربي! سو منهنجي لاءِ سوچڻ جو سوال هو؟! هوءَ چنچل ادائن واري، هڪ البيلي ڇوڪري هئي نالو ته روزي نه هوس، پر روزي ... روزي .... ڪري پئي سڏبي هئي. ڪڏهن اهڙي پڪار تي ڪاوڙ جي اظهار طور ڪنهن سان ڳالهائڻ پسند نه ڪندي هئي ته ڪڏهن پاڻ ئي پئي اهڙو ڪل پوڳ ڪندي هئي جو محسوس ئي نه ٿيندو هو ته هي به ڪڏهن رسامو ڪري سگهي ٿي؟!! منهنجو ته معمول موجب گذر هو سندس گهر واري گهٽيءَ مان! اتان گذري آءٌ دفتر تائين پيو سوچيندو ويندو هوس. سوچون جيڪي منهنجي من پاتال مان اُٿي ذهن آڪاس تي ڪڪرن وانگر ڦهلجي ويندي هيون.”هوءَ ٻاهرئين دروازي تي ائين اتاولائي مان اچي، ڪنهن شيءَ کي ڳولڻ وانگر هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ ٿي لڳي. ڳليءَ مان گزر ته ڪيترن ئي ماڻهن جو هوندو آهي؟! هوءَ ڪنهن جي گهوري آهي؟!! ڪجهه چئي نه ٿو سگهجي. هوءَ مون ڏي به ته ڏسي ٿي. هن جو اهو ڏسڻ ڪهڙي معنيٰ ٿو رکي؟!!“ سوچن پويان ائين پيون سوچون اچن جيئن ساوڻ سمي

وجون پيون وراڪا ڏينديون آهن. اڪيون پورجڻ ڪان پوءِ ڪا شيءِ ڏسجڻ ۾ نہ ايندي آهي. منهنجي سوچن مان تہ ڪو ڪڙ تيل نہ نڪتو پر هڪ ڏهاڙي روزيءَ جي مرڪ، مسئلو حل ڪري ڇڏيو. منهنجي نماڻن نيڻن سان نينهن جو نياپو سلي وئي اها مرڪ! جنهن من اندر ۾ گلاب مهڪايا، ڪيئن چوان تہ اها پهرين مرڪ ڪا سطحي مرڪ هئي؟ مون ڪي سونهن جو قسم تہ اها حسين مرڪ هئي مون زندگيءَ ۾ اڄ تائين اهڙي مرڪ مرڪندي بہ ڪڏهن ڪو گل ڏٺو نہ ئي ڪا مڪڙي. ان سانوري سونهن واريءَ جي سدا ملوڪ مرڪ مون ڪان ڇا ڇا نہ ڪسيو؟!! دنيا جهان ڪان ڪشادي دل تان منهنجو اختيار هليو ويو. بيوسيءَ جي ڪيفيتن مان، مون هن ڏي نهاريو.... ۽ وري نهاريو.... هن ڪي پنهنجي شڪار ڪيل پکيءَ تي نيٺ رحم اچي ويو. هڪ ڏهاڙي، پنهنجي بيمار سان گفتگوءَ جو سنگيت ڇيڙي ڳالهائي وڌائين : "اوهان هتان روزانو گذرندا آهيو.... اوهان جو هتان روزانو گذرڻ مون ڪي ڏاڍو سٺو ٿو لڳي!" " ۽ مون ڪي بہ توهان ڪي روزانو دروازي تي بيٺل ڏسڻ ڪافي سٺو ٿو لڳي" مون بہ ساڻس پنهنجو اندر اوريو ان وقت هن جي نيڻن ۾، ڪينجهر واري مستي پئي چلڪي، ۽ چهري تي اجاتل چانڊاڻ جو پهرو پئي محسوس ٿيو! هن جي سونهن ۽ ساٿ جي خوشبوءَ مون ڪي ازلي سرمستي ۾ آڻي، بيخود بنائي ڇڏيو هو. تڏهن ئي تہ آسپاس واري سوچ رکڻ بنا، پهرئين وارئي، ڳليءَ ۾ ماڻهن جي اچ وڃ ڪي نظرانداز ڪري، ساڻس بيهي رهيس آءٌ شهر جي هڪ معمولي فرم ۾ ڪلارڪ جي حيثيت سان جاب ڪندو هوس. روزي تازو ئي ڪاليجي تعليم مان فارغ ٿي اچي گهر ويٺي ٿي هئي. روزيءَ جو پيءُ عادل خان شهرجي وڏي اسپتال ۾ ايم ايس هو. ڊاڪٽر عادل پنهنجي

هاسپيٽل جو انتظام اهڙيءَ ريت هلائڻ ٿي چاهيو جيڪو مثالي هجي هو ان نيڪ مقصد ۾ ڪامياب ويو. پنهنجي اولاد جي تعليم ۽ تربيت تي بہ سندس ڌيان رهيو. روزينہ جو سهڻو سياءُ ان جو شاهد هو.

روزينہ جي گهر واري گليءَ ۾، ڪيترائي ٻيا گهر بہ هئا، ۽ انهن ۾ ڪيتريون ئي دوشيزائون موجود هيون. آسمان ۾ تارا ڪي ننڍا هوندا آهن تہ ڪي وڏا! ڪن ۾ روشني گهٽ هوندي آهي تہ ڪن ۾ وڌ! ليڪن چوڏهينءَ جي چنڊ جهڙي روزيءَ جي روشني سبب، ٻيون سموريون روشنيون مدّم پئجي ويون هيون، منهنجي نگاهہ روزينہ جي جوڀن جي چمڪندڙ چنڊ ۾ هئي. آءٌ سندس جوڀن جي مدّر پاڇي ۾، مستقبل جا خواب اُڻي رهيو هوس. خواب جيڪي اکين ۾ آکيرا ٺاهيندا آهن ۽ ڏيئا ٻنجي ٽم ٽم ٽمڪندا آهن. اهي خواب مون کي هن جي حسن ۽ ادا اربي چڙهيا هئا. ننڊ توڙي جاڳ ۾ مون کي هاڻ هوءَ ئي هوءَ ٿي نظر آئي.هڪ ڏينهن اهڙو آيو جو هن مون کي پنهنجي گهر ڪٺي مدعو ڪيو مان حيرت گاڏڙ راضپي سان سندس گهر اچڻ وڃڻ لڳس. پر دل ۾ ڊپ ۽ وهمن اچي واسو ڪيو تہ ڪٿي سندس عزيز ناراض نہ ٿين؟! پيار ۾ اهي وهم ۽ ڊپ اجايا هئا چاڪاڻ تہ پيار ڪرڻ وارا خطرائي تہ ڪٽندا آهن ۽ پوءِ خطرائن پيچرن تي هلندي، اسان پريت جا پيوند پئي پختا ڪيا. پريت وارا پل ڪيڏا نہ سندر ۽ سهڻا هوندا آهن. جو ٻيا دنياوي درد ئي وسري ويندا آهن. منهنجي من جا ڊپ ۽ وهم هڪ ڏهاڙي ڪافور ٿي ويا جڏهن هن دلربائيءَ مان پنهنجا سرخ گلابي چپ منهنجن چپن تي رکي ڇڏيا. ڪاليداس جي " شڪنتلا" ۾ جيئن ڌرتي آڪاس ٻئي ملي هڪ ٿا ٿين. ائين واڏو ۽ ڪاٺو جا ڇيڙا ملي ويا. وجودن جي وحدت قائم ٿي وئي. صوفيانا

فڪري احساس جا جيئرا جاڳندا ڪردار بڻجي وياسين. نہ هو مون کان ٻاهر نہ مان هن کان الڳ! پنهنجا ڏار وجود ئي وساري ويٺاسين. هوش ٺڪاڻي نہ رهيو عقل جون سرحدون بي معنيٰ بڻجي رهجي ويون. رومان جي رهڻ اندر اڌ ڪري وڏو اچانڪ سندس ماءُ صدف جو ڊرائنگ روم ۾ آئي تہ هيڪر پيار پکيئڙا پريشان ٿي ويا. پر سندس ماءُ صدف جو مسڪرايو تہ ان مسڪراهٽ حوصلا وڌائي ڇڏيا هوءَ پوءِ چانهہ ٺاهڻ جو چئي ڪچن ۾ هلي وئي.

اسان ٻنهي جي وچ ۾ هاڻ گفتگو جا گلاب مهڪي رهيا هئا. ”روزينہ منهنجو اهو وهم آهي يا حقيقت تہ تون مون کي پنهنجي ٿي لڳين؟!“ ”مون کي بہ يقين ٿي بيٺو آهي تہ تون منهنجو ئي آهين. ڪاش! اسان زندگيءَ جي آخري لمحن تائين هڪ ٻئي سان جڙيل هجون! مون کي ان پل لڳو جڻ اسين هڪ ٻئي جا پراڻا شناسا هجون! احساس جي اڇل ڪيئن نہ زمان ۽ مڪان جون سرحدون ڪراس ڪري ويندي آهي. ”روزينہ! هڪ ڳالهہ چوان....؟ ”چئو“ مون زندگيءَ ۾ ڪافي ڪجهہ پوڳيو آهي. ڪڏهن روزگار سانگي رُلندو رهيس! تہ ڪڏهن ڪڪائين گهر جي تلاش ۾ ڀٽڪڻو پيو! اهي شيون ميسر ٿي ويون ليڪن اهو گهر جتي ٻن جيون ساٿين جو آشيانو هجي. اتي رڳو هڪ جڻو ئي آکيرو ٺاهيو ويٺو هجي تہ ڇا اها زندگي مڪمل ٿي سگهي ٿي؟!“ ” نہ اها زندگيءَ تہ نہ چئبي“ پوءِ تنهنجو ڇا خيال آهي تہ اڪيلائي ۽ اداسائيءَ ۾ شيئر ڪري سگهنديونءَ؟!“ جي بلڪل! آءٌ بہ ان ئي اڪيلائي جي عذاب ۾ آهيان. ڪڏهن ڪنهن فرصت جي وقت ڪو ٻاهرجو نظارو نصيب ٿيو تہ واه! نہ تہ ٿيا ست خير! زندگيءَ ۾ ڪنهن جي سرهي ساٿ جي خوشبوءَ کان سواءِ جيئڻ بہ تہ وئرٿ

آهي.“ ” اهو سرهو ساڻ پلا ڪنهن جو ٿو ٿي سگهي؟!“ مون وراڻيو ”فقط تنهنجو ۽ بس“ ”تنهنجو پيءُ عادل ۽ ماءُ صدف اُهي ٻئي چاهيندا سهي پنهنجو ساڻ هڪٻئي سان...؟!“ ”امان تہ پاڻ کي ڏسي مسڪرائي راضپي جو ئي جهڙوڪر پيغام ڏنو. باقي رهيو بابا، تہ اهو ڪو روايتي قبائلي سوچ وارو ماڻهو نہ آهي جو ويهي منهنجي حوالي سان ڪي اُگريون سوچون سوچيندو .... منهنجي خيال ۾ تہ هو ڪلي ذهن سان ان جو آڌرياءُ ڪندو. ”ڏسجان متان رڍ مان ٻڪري نہ ٿي پوي....“ ” مون کي تہ پورو يقين ۽ اعتماد آهي تہ ائين نہ ٿيندو هن وراڻيو. تيستائين چانهہ بہ ٽيبل تي اچي چڪي هئي. جيڪا اسان بنا تڪلف جي پي چڪاسين. مون سندءِ نيڻن ۾ نهاريو هوءَ بہ سمجهي وئي تہ آءٌ اٿڻ وارو آهيان. سندس ڪارين گهرين اکين ۾ ڳوڙها ٽمڪڻ لڳا .... وڇوڙي جو ويلو سندس لاءِ ساوڻ رت ٻڻجي آيو هو. منهنجو روح بہ رنجيده ٿيڻ لڳو.... پر پرائي گهر ڪيترو ٿي ويهي سگهيس؟ تنهن ڪري مجبورن ڪانئس موڪلائي هلڻ لڳس .... هوءَ ليئو پائي، مون کي گهورڻ لڳي. مون اکين ئي اکين ۾ ساڻس ٻيهر ملڻ جو وچن ڪيو تہ مرڪي پئي. پوءِ اسان زندگيءَ جي مليل وٿين ۾، شهرجي اولهہ پاسي، ندي ڪناري ملي ونندا هئاسين، ۽ اهڙي طرح زندگيءَ جي اداس شامن کي عجيب معنائون ملي ويندیون هيون.

منهنجي وجڻ پڄاڻان، هُنَ پنهنجي ماءُ سان ويهي حال اوريا! سندس ماءُ وري حقيقت آندي، عادل خان جي علم ۾ عادل خان ڪا ” ها هونهن“ ڪرڻ بنا خاموش رهيو. سندس طبيعت بہ ڪجهہ خاموش رهڻ واري ئي هئي. هوڪنهن بہ ڳالهہ جو ترت رد عمل نہ ڏيندو هو..... هن پيري بہ اهوئي رويو رهيس، ليڪن صدف سمجهي وئي تہ گنڀير

معاملي تي بہ هن جو جواب نہ ڏيڻ ڪجھ تہ معنيٰ رکي ٿو؟!! معنيٰ ٻي تہ ڪائي ٿي ڪا نہ پئي سگهي سواءِ ان جي تہ اهو رشتو عادل کي منظور نہ هو. جيڪو رشتو ڇوڪريءَ جي منشا جي عين مطابق هو. هن تي هاڻي پابندين جا پاڇا بہ پوڻ شروع ٿيا. انهن پابندين جي سائي ٻراسان جو ملڻ جلڻ بہ ويو مختصر ٿيندو هن جي گهر سرعام وڃڻ جون واٽون بہ وھ ٿي ويون "خبر ناهي وٽس وڃڻ سان سندس لاءِ ڪهڙا مسئلا پيدا ٿين؟!" ڪافي ڏينهن کان مون کي تہ هاڻ اها بہ سڌ نہ هئي تہ سندس جيون ڪيئن پيو گذري؟! گهر جي ٻاهرئين چانئٺ تي ٻيهي، نظارا ڪندي هئي ان آزاديءَ تي بہ راتاهو لڳي ويس جو ايندي ويندي ڪيس نہ ڏسي، منهنجا نيڻ اباڻڪا ئي رهجي ويندا هئا. هاڻ نديءَ جو ڪنارو خماريل صبح بجاءِ اداس رت ۾ بدلجي ويو هو. آءٌ پنهنجي ڪوارٽر نما گهر ۾ هڪ شام اداس وينو هوس تہ اوچتو فون جي گهنٽي رڙڻ لڳي. فون کنيم تہ اڳيان روزينہ جي پرسنگيت آواز منهنجو آڌر ڀاءُ ڪيو. "هيلو سلمان! اوهان ڪيئن آهيو"؟ "مان انڌيرن ۾ ڀٽڪي پنهنجي وجود جي وکريل حصي کي ڳولي رهيو آهيان. "تون گهٻراءِ نہ سلمان! جي تقدير ۾ چڱو لکيل هوندو تہ ضرور پنهنجو ملڻ بہ ٿيندو رهندو. پر آءٌ ڏاڍي شرمسار آهيان جو منهنجي پيءُ جي سوچ، منهنجي سوچ جي ابتڙ نڪتي! پهريائين تہ پنهنجي رشتي جي باري ۾ امان کي ڪابہ ورندي نہ ڏنائين پر جڏهن ٻئي ڀيري امان زور ڏئي پڇيس تہ ڪانئس تنهنجي جاب بابت دريافت ڪيائين جڏهن خبرپيس تہ اوهان ڪلارڪ آهيو تہ منهن ئي بڇڙو ڪندي ٻئي پاسي ڪري ڇڏيائين ان مان لڳو تہ هو ڪلارڪن لاءِ ڪي چڱا جذبا نہ ٿو رکي....؟! توکي تہ خبر ئي آهي تہ بابا اسپتال ۾ انتظام جي لحاظ کان سخت آفيسر آهي.

خوش قسمتيءَ سان هو زندگيءَ جي هر شعبي ۾ پاڻ جهڙا ايماندار ماڻهو ڏسڻ چاهيندو آهي، اهڙن ايماندارن سان ئي سماجي توڙي ٻيا وهنوار رکڻ گهري ٿو.“ ”اڇا، مون سمجهي ورتو توهان جو مطلب، پر اهو ضروري ناهي تہ سمورا ڪلارڪ راشي، بدانتظام ۽ پنهنجي پيشي سان انصاف ڪندڙ نہ هجن!“ ” اها تہ بلڪل بجا ڳالهہ آهي پر بابا کي سمجهائي تہ ڪير سمجهائي؟! پاڻ تہ هڪ ٻئي سان ٻڌل آيون تون چاهين تہ ڪورٽ مئريج بہ ڪري سگهون ٿا. ”پياري! ائين نہ چئو نہ ائين آءٌ ڪڏهن سوچي ٿو سگهان؟! ائين ڪرڻ ڪري اسين اخلاقي لحاظ کان گهٽو هيٺ اچي وينداسين“ ”پيارا! مون تہ توسان ان ڏينهن پئمان ڪيو هو تہ آءٌ تنهنجي تنهائيءَ ۾ شيئر ڪنديس پر .....“ هوءَ سڏڪڻ لڳي ٿي ....“ روزينہ چڙ ان اياڳي روئڻ کي! ڪجهہ حوصلي کان ڪم وٺ، مون کان پڇ تہ منهنجي اداس من ۾ ڪيترا زخم آهن؟ انهن زخمن کي لڪائي بہ مون پنهنجي منهن تي هميشہ مرڪ رکي آهي. آءٌ توکي بہ مرڪندو ڏسڻ چاهيان ٿو“ پر بابا جو مون کي ڪنهن سان پرڻائڻ جو پيو سوچي؟!“ ”جيڪڏهن سوچي ٿو تہ سوچڻ ڏينس .... اسان جو پيار تہ بهرحال سچو آهي پوءِ لازم ڪونهي تہ شادي بہ ٿئي! شادي تہ هڪ سماجي معاهدو آهي، جنهن جا معيار ۽ ماپا، قدر ۽ قيمت، سماج مقرر ڪري ٿو جڏهن تہ پيار سماجي حد بندين ۽ معاهدن جو محتاج نہ هوندو آهي. سچو پيار خوشبوءَ جيان قيد نہ ٿي سگهندو آهي. سو بهرحال اسان کي بہ گهٻرائڻ نہ کپي، تنهنجي پيءُ جو بہ هڪڙو خواب آهي؟! جيڪو هن سماج جي سڌاري جي حوالي سان ڏٺو آهي، ڪاش! اهو خواب پورو ٿئي!! اسان جي سماج ۾ اهڙا آفيسر ۽ ڪلارڪ هجن، جيڪي پنهنجي سماج، ديس ۽ قوم سان

سچا هجن. پر اسان جو بہ هڪڙو خواب آهي جيڪو اسان محبت جهڙي آفاقي جذبي جي حوالي سان ڏٺو آهي. انهي پيار ۽ محبت جي جذبي تي اسان کي ايمان آهي تہ اها آفاقيت شڪست نہ ٿي کائي سگهي. پر پوءِ بہ اسان جي پيار جو شيش محل ڪنهن حاسد پٿر جو نشانو نہ بڻجي ان لاءِ اسان کي بہ اوس سوچڻو پوندو.“ ”واقعي اهو سچ آهي تہ پيار ڪنهن شيش محل جيان هوندو آهي، جيڪو دل جي صاف شفاف ساگر مٿان تعمير ٿيل هوندو آهي. جنهن اندر انيڪ گل مهڪيل هوندا آهن مکڙيون ٽڙيل هونديون آهن. ڪئين رنگين موسمون رچيل وسيل هونديون آهن. اوچتو روزينہ جي سريلي آواز ۾ ماٺار اچي ٿي وڃي. هن جو معصوم چهرو منهنجي تصور ۾ گهوماٽيون کائڻ ٿو لڳي، منهنجي وجود جي ور وڪڙ گلين ۾، اداسيءَ جا ڪاريهر ڪر کڻڻ لڳن ٿا. آءٌ حيراني مان پنهنجي ڪوارٽر نما گهر جي ديوارن ڏي تڪڻ لڳان ٿو. پل لاءِ سوچ ٿي اچي تہ پنهنجو مٿو هڻان انهن ديوارن ۾! مٿي مان رت جا ريلا وهي نڪرن .... ” ڪيڏي نہ ستم ظريفي آهي جو ماڻهو ويچاري کي سندس منشا موجب زندگي گذارڻ نہ ٿي ڏني وڃي. ڪيتريون روزينائون هونديون؟! جن جو روح رنجائي هن سماج وڏا وڏا ٿهڪ ڏنا هوندا. زخم ڏئي وري مٿان لوڻ بہ ٻيهي ٻرڪيو هوندو .... ڪهاڙين مان ڪيدي بنا غسل ڪفن جي دفنايون ويون هونديون ڪيتريون روزينائون؟! تون هڪڙي روزينہ لاءِ حيران آهين چريا .... آءٌ پنهنجو پاڻ سان وڙهڻ ٿو لڳان، گهران آفيس اچان ٿو. آفيس ۾ ٻين ڪلارڪن جي ڪڪ ڪندڙ گفتگو منهنجي سماعتن ۾، لفظي زهر اوتي رهي هئي هڪ اداس شام گهر اڱڻ ۾، گلن سان گفتگو ڪري رهيو هوس تہ ٻيهر فون جي گهنٽي وڳي آءٌ امالڪ فون

ڏي پڳس. فون کيم تہ ساڳيو روزينہ جو سريلو آواز گونجيو : ”ڪير“ ”پياري آءٌ سلمان آهيان! ڇا ٿي چوڻ چاهين؟! ڪهڙو حڪم آهي پرينءَجو؟!“ هو مون کي ٻئي هڪ ڇوڪري جي حوالي پيا ڪن؟! تون ئي ڪا سٺائي صلاح ڏئي تہ هاڻ ڇا ڪجي....؟ صبر جي سادگيءَ سان هانوَ کي حوصلو ڏئي حالتن کي مُنهن ڏي! والدين کي ناراض ڪرڻ بہ اياڻپ اولاد جو ڪم آهي.“ پرمنهنجا من ائين ....“ سندس آواز گلي ۾ ئي گهٽجي ٿو وڃي. پر وري ڪوشش ڪري ٿي ڳالهائڻ جي!“ جيڪڏهن ائين ٿيو تہ آءٌ ڪنديس خود .... ڪ .... شي ...“ فون تي سندس چيل آخري لفظ ڊگهو ٿي پڙاڏو بڻجي وڃي ٿو. ” پياري ائين قطعي بہ نہ ڪجانءِ نہ تہ آءٌ بہ ....“ پاڻ سنڀاليندي وري ڳالهايان ٿو. ”پياري تون نديءَ ڪناري اچ تہ پاڻ اتي ڪجهہ ڳالهيون ڪريون“ هوءَ سڏڪندي ”هائوڪار“ ٿي ڪري, منهنجي ڏڪندڙ هٿن مان رسيور ڇڏائجي هيٺ اچي ٺهڪو ڪري ٿو. جدائيءَ جو ٿڪايل جسم ۽ روزينہ جو غم والم ساڻ ڪٺي آءٌ نديءَ ڪناري ڏي وڃڻ لڳان ٿو. سج جي سرخي پنهنجي سونهن جي آخري سلامي لاءِ اتي آهي. شام سمي, شهرجا سڀ روڊ رستا گاڏين جي پيهہ پيهان ۾ ڇٽجي رهيا آهن. گاڏين ۽ موٽرن جو شور جهڙوڪر ٻن پريمين جي ساحل تي ملڻ جي نويد ڏئي رهيو آهي. نديءَ ڪناري بہ پريمي پنهنجي چاهت ڪٺي پهچن ٿا. مان روزينہ جي چهري تي اُداسيءَ گاڏڙ ريشمي مرڪ ڦهليل ڏسان ٿو. اسين ٻئي نديءَ ڪناري سان ٽڪرائيندڙ لهرن کي ڏسڻ لڳون ٿا. هڪ مسرت ڀريو احساس ٻن چاهيندڙ دلين جي در تي دستڪ ڏيڻ لڳي ٿو. ”روزينہ تون خودڪشي ڪندين“ جي نہ ...“ ” ڇري هي زندگي هڪ ڀيرو ملندي آهي. ڪيترن

ئي مسئلن ۾ جڪڙيل هوندي بہ خوبصورت هوندي آهي. مسئلن کي مُنهن ڏيڻ ئي زندگيءَ جو فلسفو آهي، اسان جي زندگي، اسان جي هوندي بہ ڪجهہ ٻين جي سهاري هوندي آهي ۽ ٻين جون زندگيون وري اسان جي جيون جي سهاري هونديون آهن ائين سمورن جو هڪ ٻئي تي مدار هوندو آهي.“ ”مون کي تہ نديءَ جي ڪناري سان ٽڪرائجندڙ پاڻيءَ جي لهرن زندگي گذارڻ جو فلسفو ۽ حوصلو ڏنو آهي. آءٌ خودڪشي نہ ڪنديس والدين کي رضامند رکي، انهن جي منشا موجب ازدواجي رشتو قبول ڪري، تنهنجي تنهائيءَ ۾ شيئر ڪندي رهنديس.“

ٻن دردمند دلين کي نديءَ ڪناري، سورج لهي ٿو وڃي نديءَ پرسان سڄي شهر جون بتيون جرڪڻ لڳن ٿيون.



# انتظارن جي ديس ۾

شام جا ڏگها پاڇا اونداهه جي ڪاري سمنڊ ۾ ٻڏي ويا هئا، هن جي روح جي رستن تي ڪنهن جي ياد جا ديپ روشن ٿيڻ لڳا هئا. نظرن ڪان اوجهل سندس پهريون پرين، جنهن جي ياد اندر ۾ خنجر ڪوڙي ڇڏيا هوس، وئي ٿي وڏيڪ ويراڳ وڌائيندي! زخمن جي پيڙا جو پهريون پهر ڪيس بي چيني جي بارود سان سٿيل، ڪنهن چانوٽيءَ جو روپ محسوس ٿي رهيو هو؟!.

پرينءَ جي ياد، سوچن جي بارود سان مسلح ٿي مٿس حملي آور پئي ٿي. اڪيلي ۽ اداس ڪمري ۾ هن سمهڻ پئي چاهيو پر ننڊ به ڪانئس رسامو ڪري وئي هئي! هو حيرت مان سوچڻ لڳو "ننڊ به بيوفائي نڪتي، جيڪڏهن اها اچيم ها ته پريشانين مان پاند آجو ٿي پوي ها." هو ٿپ ڏئي بستري تان اُٿيو ۽ دريءَ مان نهار وڌائين امبر ڏي! تارن جي ٽم ٽم سندس روح جي گهرائين ۾ لهي وئي. رات ڪي ڪيڏي نه خوبصورتي آهي؟! هڪ انوکي سونهن، جيڪا سپني حسين شين کي شرمائي ڇڏي ٿي. منهنجو پرين به ائين ئي انوکي سونهن جو مالڪ آهي. هو ته هن حسين رات کي به شرمائي ڇڏي، ڪاش! هو هت اچي

نڪري تہ..... سندس اندر ۾ سُتل پرينءَ جو پور پيھر سجاڳ ٿي پيو.
اڪيون مھٽي سندس اندر ۾ اهاءُ ڪرڻ لڳو. هُن دروازي جا وريل ٻئي
طاق، ابھرائيءَ مان ائين کوليا. ڄڻ پريان کو ايندو محسوس ٿيو
هجيس؟! پنھنجون پريشان نظرون، وڇائي ڇڏيائين واٽ تي......
انتظار وارا رستا ڊگها ٿيندا ويس..... رات جي وچئين پھر پڇاڙان ائين
محسوس ٿيس، ڄڻ صديءَ جو سفر طئي ڪيو هجيس!! بدن ۾
بيچيني، اندر ۾ آنڌ مانڌ ۽ سوچن ۾ عجيب هلچل برپا هوس. پاڙي جي
پرينءَ سان پريت جو پيوند تہ اڙائي وڌو هئائين خبر نہ هوس تہ وڇوڙا
وڏا وڍ ڏيندڙ هوندا آهن. هن کي ياد آئي پرينءَ سان گھاريل اها گھڙي،
جيڪا جيون جي پلاند ۾، انمول تحفي جيان سانڍي رکي هئائين. هوءَ
آئي هئي هن ئي دروازي مان اندر لنگھي، تہ ڄڻ سڄي دنيا جهان جي
خوشبوءَ سميٽي ساڻ کڻي آئي هئي. هوءَ پيرن جي پايل لاهي، پوءِ آئي
هئي، تہ متان ورهہ جا ويري لوڪ، سجاڳ ٿي ڪيس تاڙي نہ وٺن. هوءَ
دهشت وارا سپ درياهہ پار ڪري اچي پھتي هئي..... ۽ اڄ." پوءِ هن
هڪ اونھو ۽ ڊگھو ساهہ کنيو. سوچن جون ماڙيون ڏاهيندي ڊاهيندي،
سندس روح روڙ جي رهيو هو ۽ اکيون آليون ٿي رهيون هوس. رات جو
آخري پھر خاموشي جو ماتم لڳي رهيو هوس سوا رات ۾ روئيندڙ جيت
جڻن جي بي چين آواز جي.... ڪنھن بہ ڏس کان پرينءَ جي پيارن
پيرن جي آهٽ جو آواز ٻڌڻ ۾ نہ پئي آيس... تڏهن خفي ٿي اڇلايائين
پنھنجو وجود بستري تي.... ڄڻ پنھنجو پاڻ مارڻ چاهيندو هجي؟! هن
کي ياد آيو اهو ڏينھن جڏهن ڪنھن ڳالهہ تان من ۾ خود ڪشي جي
چاهنا وڌي وئي هئس.... سندس اندر ۾ تڪيرا طوفان اٿي پيا هئا.... هن
کي هر شي موت جو پاڇو نظر آئي هئي پنھنجي وجود کان ئي وونءَ

وڃڻ لڳو هو. پوءِ ڪنهن دوست اچي آٽت ڏنيس“ چريا! ڇڏ اهڙين ڳالهين کي.... موت کان پوءِ ڇا آهي؟! رڳو ويراني ئي ويراني ڪيتري ڪڙي ئي ڇو نہ هجي؟! پوءِ بہ زندگي حسين چيز آهي. ان سان پيار ئي ڪرڻ جڳائي. هو ان تي سوچڻ لڳو: ”جيڪڏهن زندگي هوندي تہ وڇوڙي جا گيت ڪڏهن ميلاپ واري مڌر موسيقي ۾ بدلجي سگهن ٿا جيڪڏهن نہ هوندي تہ ڪير ڪيترو ڪنهن کي ارپي سگهندو پاڻ ڪنهن جي قبر تي گل پاشي لاءِ؟!!

سندس خودڪشيءَ وارو خيال هوا ۾ ئي وکري ويو هو. هو ٻوڙي ٻاهر نڪتو اهوئي امبر تارن جي ٽم ٽم ۾ جرڪي رهيو هو. ”آسمان ۾ ڪيترا تارا ٿي سگهن ٿا؟!“ هن تارن کي ڳڻڻ شروع ڪيو.. ”هڪ ...... ٻي.... چار....“ اهو ڳڻڻ ئي فضول لڳس موٽي آيو ڪمري ۾!! سگريٽ دکائي وڏا وڏا ڪش هڻڻ لڳو.. سگريٽ جي دونهين جي ورن وڪڙن ۾ هو موٽڻ لڳو پنهنجي ماضيءَ ڏي... ياد آيس ان فيڪٽريءَ جي چمنيءَ مان نڪرندڙ دونهون، جنهن فيڪٽري ۾ ڪو عرصو ڪم ڪري، پنهنجي بکئي پيٽ جي جهنم واري آڳ کي ماٺو ڪيو هئائين: ”جڏهن ڪارخانيدار سيٺيا فيڪٽري گهمڻ ٿي آيا تڏهن انتظاميا، مزدورن کي سيٺين کان ڪيئن نہ پري ٿي ڌڪي ڇڏيو. سيٺيا ۽ سيٺياڻيون، سينٽون ۽ عطر هڻي وارد ٿيندا هئا! مون کي تہ سخت نفرت ايندي هئي اهڙن سيٺين کان.... اهي پيپ وڏا سرمائيدار، اسان جي قوم جي ڪل پونجي تي قابض آهن“. ڪارخاني ۾ مزورن سان ويهي مذڪور ڪيائين اهڙيءَ هلت جو! هن کين ان رويي تي، احتجاج لاءِ اُيارڻ جو سوچيو.... تہ کيس ڪارخاني مان ئي ڪڍي ڇڏيائون، هو جڏهن واپس ڳوٺ وريو تہ اتڪي پيس نيڻ هڪ ڳوناٺي

اپسرا سان! پوءِ تہ ورهہ جي ويراڳ ئي وسارائي ڇڏيس اڳوڻيون ڳالهيون! هاڻ نسواني نينهن رولي رهيو هوس انتظارن جي ديس ۾....!

سگريٽ سڄو سڙي چڪو هو باقي سندس آڱرين جي وچ ۾ رهيل حصو ڪيس ڏنڀي رهيو هو.... پرينءَ جي انتظار جيان... پرينءَ جيڪو پهرن جي پاڇي ۾ ئي، هن جيان سڙندي پڄرندي، سج اُڀاري چڪو هو.



# اجنبي مسافر

ماڻهن سان سٽيل بس پنهنجي منزل طرف ڀانت ڀانت جا مسافر کڻي پئي ڊوڙندي وئي. ڪنڊڪٽر لاءِ هونئن ته سڀ مسافر ڄاتل سڃاتل ئي هئا، جيڪي روزانو مختلف اسٽاپن تان پيا چڙهندا هئا. پر ان ڏينهن معمول جي خلاف ڪيس سوچ آئي ته شايد ڪو نئون نوبلو ماڻهو سندس گاڏيءَ ۾ چڙهي پيو آهي. هن پهريان ته مسافرن کان وصول ڪيل ڪرائي واري پونجي سنڀالي ته ڪٿي اها ٻاهرجي نه وڃي اڳيون ۽ پاسي وارو ڪيسو ٻئي اڳي جيان وزندار نظر آيس اها تسلي ڪري لڳو گاڏيءَ جي مسافرن جي چهرن ۾ گهورڻ! ماڻهن سان سٽيل گاڏيءَ ۾ سيني تي سنڌ ءِ نگاهه نه پوڻ سياويڪ هو. پر هن مڙني ڏانهن پئي ڏٺو. هڪڙو ماڻهو ڪيس هيڏانهن هوڏانهن پئي ٽيندو نظر آيو جيڪو ڊرائيور جي ڪابي پاسي واري فرنٽ سيٽ تي ويٺل هو. ذهن ڊوڙايائين. ”ان شخص ڪرايو ادا ڪيو آهي يا نه؟! بلڪل ادا ڪيو اٿس پر هن جو ائين هيڏانهن هوڏانهن ٽيڻ جو آخر به مطلب ڇا آهي؟!“ سندس ذهن جي افق تي ڪيترا سوال اڀري آيا! سندس چهري ۾ ڇتائي ڏٺائين ته منهن تي مڇن جو ٺاهوڪو ميڙ نظر آيس. هن عادتن يا ڪنهن ٻئي سبب ڪري پئي مڇن کي هر هر مروڙيو. ڪنهن پل وري آسپاس جو جائزو وٺندي پئي بدن کي هلايائين. ڪنڊ ڪٽر

محسوس ڪيو تہ ضرور ڪو سبب آهي جو همراھ ٻين مسافرن جيان آرام سان ويهي سفر ڪرڻ بنان پيو پاسا بدلائي وري سوچيائين. ”ٿي سگهي ٿو ويهي ويهي ٿڪجي پيو هجي تنهنڪري پيو بدن کي موڙا ڏئي پاٽيءَ مان نڪتل مڇي وانگر“ وري ذهن هلايائين! ”ٻيا بہ تہ هن جهڙا مسافر آهن، پر هي....“ بهرحال هو ڪنهن نتيجي تي نہ پيو پهچي سگهي. نئين اسٽاپ تان چڙهي آيل مسافرن کان پاڙي وٺڻ کانڻ هو اڳتي رڙهي ويو گاڏيءَ جي اڳئين حصي ڏانهن! بس پوري رفتار سان منزل طرف روان دوان هئي مسافرن کي بوريت کان بچائڻ واسطي ڊرائيور ٽيپ رڪارڊر بہ آن ڪري ڇڏيو. گيت گانا مسافرن جي روح جي رڻن ۾ گلاب مهڪائي رهيا هئا. ڪلينر ويچارو زوردار سيٽيون وڄائي ايندڙ اسٽاپن تي لهڻ وارن مسافرن کي گاڏيءَ مان پئي لاهيندو هليو.

واندڪائيءَ تي ڪنڊيڪٽر جون جاسوس نظرون وري گاڏيءَ جي اندر ڦرڻ لڳيون اوچتو سندس نگاھ وڃي هڪ سونهن وندي اپسرا تي پئي سندس ڳاڙهي ململ جي چولي تي ڀرت امبر ۾ ستارن جيان ٽانڪيل هو. پنهنجا ڪينجهر جهڙي گهرائي وارا نيڻ کڻي، هوءَ پريشان طبع مسافر کي گهوري رهي هئي جنهن لاءِ ڪي ساعتون اڳ ڪنڊيڪٽر ويچارو سوچي سوچي ساٽو ٿي پيو هو ڪنڊيڪٽر ان اپسرا کي ڏسي وري متوجہ ٿيو ان شخص ڏي جيڪو سندس لاءِ پريشانيءَ وارا پور کڻي آيو هو. اهو اجنبي ان اپسرا کي پريشان حاليءَ ۾ تڪيندو محسوس ٿيو جنهن جو گاڏيءَ مان لهي وڃڻ جو ٽاٽو ويجهو ٿي پوندو ويو. اجنبي شخص جون نگاهون اٽڪي پيون هيون اپسرا جي نگاهن سان! ڪنڊيڪٽر کي هيڪاري لڳو ان ماڻهوءَ کا وڏي

شيءَ گنوائي آهي يا شايد هو پنهنجو پاڻ ڦرائي ويٺو آهي. ڪنڊيڪٽر هاڻ ڪاغذي مرڪ جيان ڏانهس نهاري رهيو هو. پر هو پنهنجي ڌن ۾ ئي هو ڪنڊيڪٽر ساعت لاءِ وري ان مائيءَ جي نيڻن ۾ ڏٺو. سندس احساسن جي آڪاس تي انڌ لٺي رنگ اڀري آيا. هڪ پل لاءِ جڻ پنهنجي وجود کان ئي اڻ ڄاڻ ٿجي ويو. پوءِ پاڻ سنڀالي هڪ ڀرپور نگاهه اڇلايائين اجنبي مسافر تي! هو ڪپڙا ڇنڊيندي اٿڻ جي ڪوشش ڪري رهو هو. پر اچانڪ ڪنهن وڏي ۽ گهري سوچ ڀيهر ويهاري ڇڏيو هوس.

”ڏونڊي“ اسٽاپ تي گاڏي بيٺي ته اها اپسرا اک ڇنڀ ۾ گاڏيءَ مان لهي وئي، اتي اجنبي مسافر لڳو دانهون ڪوڪون ڪرڻ..... ”ادا! پنهنجو پاڻ سنڀاليو.... متان ڪائي ڇيز نڪري وئي هجي....؟! آءُ پاڻ سڀ ڪجهه وڃائي چڪو آهيان!!“ دريءَ مان ان اپسرا کي ڏسندي سندءِ ٻئي هٿ ڇاتيءَ تي هئا، ڪيس لڳو جڻ گاڏيءَ جي ڇڪني ڦيٿن جي هوا نڪري وئي هجي.



# ڏاڪڻ گُم ٿي وئي!

- هلي آ.... هلون مٿي سيڪنڊ فلور تي... روحي!
- ڇا رکيو آهي مٿي؟!
- شهر جو نظارو ڪريون پيو وري.....
- اها ”پيو وري“ ڪٿان سکي آهين؟!
- ڪٿان به سکيس... پر تون مون سان ڏاڪڻ چڙهي هل مٿي گئلري تي....
- اڇو! اڄي ويس تنهنجي پويان پر سهڪائي وڏئي ساره....
- شايد پهريون ڀيرو چڙهي آهين؟!
- ائين ته پاڻ ڪيترين ئي چاڙهيون ڪراس ڪيون آهن؟!
- ۽ پيار جي....
- بلڪل!
- پيار جي يا پريم جي....؟!
- پر ساره تنهنجي روح ڪنهن ڪي ڪونه چاهيو شايد زندگيءَ پر؟!
- تون ڪيئن ٿي پائنئين! مان بي احساس آهيان. سيني ۾ دل جهڙي ڪا چيز ڌڙڪيم ڪا نه ٿي يا ڪنهن ڪي ڏسي منهنجي جذبن ۽ احساسن ڪڏهن اڇل نه ڪاڏي هوندي؟!
- ضرور.... ضرور.. پر آخر اهو خوشنصيب هوندو پلا ڪهڙو؟!

جنهن جي پيار جو پکي، تنهنجي نيڻن جي ڍنڍ ۾ لهي، احساسن کي جاڳائي ويو هوندو...

- جميل...!
- ڪيڏو نه خوشنصيب آهي اهو شخص؟!
- خوشنصيب ته مان آهيان جو هن منهنجن احساسن کي نئون موڙ ڏنو. سچي ٻڌاءِ تون ڪيس سڃاڻين؟!.
- گهڻوئي سڃاڻانس...... ان ڏينهن پاڻ کي شهر جي چؤسول وٽ جو مليو هو تو هُن کي سر ٻاتن ۾ لونگ .......... لونگ ... ڪري پئي پڪاريو.
- بس ڪر چري! ڪو ٻڌي نه وٺي؟!
- جي ڪو ٻڌندو ته ڪهڙي ٻيلي کي باهه لڳندي؟!.
- "باهه لڳي يا نه.... پر حاسد هوشيار ٿي ويندا.... هُو مون لاءِ ڇڙو لونگ LOVING ئي نه پر جانم به ته آهي. ان سان پريت جو پيچ اڙجي ويو آهي" هن هيٺ روڊ تان گذرندڙ گاڏين کي ڏسي، ڪنڌ کي جهٽڪو ڏيندي وراڻيو. مرڪ جا مڙئي رنگ سندس چهري تي مڙي ايا.
- ان ڪان سواءِ ڪو ٻيو؟!
- ٻئي کي ڏي ٽاندو.... پنهنجو پهريون ۽ آخري پيار اهوئي ته آهي....
- ۽ اهو به اڄوڪي مشيني دور جو... جنهن ۾ جذبن ۽ احساسن جي ڪا قدر و قيمت نه هجي؟!.
- جذبن جي قدر و قيمت ڪو هن ڪان سکي...؟!
- تڏهن شايد هو ڪنهن ٻئي دؤر جو ماڻهو آهي؟!.
- تون جيئن فيل ڪرين،! پر بهرحال مون کي سندس شخصيت تي پورو پورو اعتماد آهي. هو ڪنهن ٻيءَ جو نه ONLY ISMINE.

- اهو تون ئي سوچين ٿي.... لازمي ناهي تہ هو بہ ائين ئي سوچيندو هجي. گهٽ ۾ گهٽ سندس رويي کي ڏسي چئي سگهان ٿي تہ هو بہ مون وانگر ئي سوچيندو هوندو.
- اها تنهنجي خام خيالي آهي! مرد جي سوچ هڪ پل هڪڙي تہ ٻئي پل وري ڪا ٻي هوندي آهي؟! ڪنهن ٻي ڇوڪريءَ کي ڏسي، مردن کي وڻ گهوڙو ٻڌڻ نہ ڏيندي آهي. هو بہ ڪنهن ٻي ڇوڪريءَ جو ٿي ويو تہ..........
- روحي اچانڪ، هيٺ رستي تان گذرندڙ جميل ۽ ساڻس ڪنهن ڇوڪريءَ کي ويندو ڏسي وراڻيو.
- اڙي چري... ڇڏ اهڙن وهمن کي..... اچي منهنجي پريم جي ڇنيان پٺي آهين.......
- آئون تہ چوان ٿي چري تون ئي آهين، جو وتين ڇورن ڇيڳرن تي انڌو ويساهہ ڪنديءَ. هو هيٺ روڊ ڏي نظر ڪري ڏس تہ سهي ڪير آهي اهو ندورو!. جو وچي پيو ڪنهن وينگس سان ورونهن ڪندو..... سندس نظرون پاڻ سان حيرت ۽ اتاولائي وارا گڏيل احساس کڻي، ڪرن ٿيون رستي تي.. منظر ڏسي سارا موهہ ئي مري ٿا وڃنس.... لوهہ پائي ٿي ڏاڪڻ ڏي هيٺ لهڻ لاءِ..... ڏاڪڻ گم ٿيل محسوس ٿيئيس ٿي..... وجود سارو ڪنبڻ ٿو لڳيس... مٿو بہ ڄڻ چڪرائجي رهيو هجيس. اندر ۾ آتم هتيا جا خيال ڪنهن واچوڙي جيان ڀاسنس ٿا. روحي سندس ڪيفيتن کي محسوس ڪندي، سندس ٻانهن کي مضبوطيءَ سان جڪڙي، ڏاڪڻ تان هيٺ وٺي اچي ٿي.



# هو موچيءَ معصوم ٻار

هو مون وٽ جڏهن به آيو ٿي ته ڪيترائي اُلڪا، انديشا، امڪان ۽ ارمان به ساڻ هوندا هوس. اهي الڪا، انديشا، امڪان ۽ ارمان شايد سندس حسا سپڻي جو تحفو هئا. ابتدا ته بظاهر عام گفتگوءَ ساڻ ٿي ڪندو هو. "رستي تان ايندي اڄ مون ڪي پورهيت ڏٺا جيڪي نئين جڙندڙ روڊ تي پٿر وڇائي رهيا هئا. مون کي ائين محسوس ٿيو اهي پٿر جڻ انهن مزدورن جا هڏا هجن. پريان سورج ديوتا پنهنجا تازا توانا سونهري ڪرڻا ساڻ کڻي، ڪنهن ڪنوار جيان مرڪي رهيو هو." ڳالهه جي ڇنڊ معمولي سري سان کولي پيو اڳتي وڌندو ويندو هو. ڳالهين ڪندي سندس چهري جا تاثرات ڪنهن فلم جي سين وانگر پاڻ مرادو پيا بدلبا هئا. چپن جي چرپر ۽ هٿن جي حرڪت ۾ ڪو عجيب اسٽائيل هوس جو منهنجون اکيون به حيرت ۾ هونديون هيون هو ۽ مان ساڳي ئي شهر جا واسي هئاسين ان ڪري ڪڏهن رستي ۾ ملي وئندا هئاسين ته ڪڏهن هو مون وٽ اچي نڪرندو هو. سندس وار وڏا هئڻ ڪري، مون کي مٿس صادقين خطاط جو گمان ٿيندو هو. صادقين خطاط به ڪو عجيب ماڻهو هو مصوريءَ سان ايڏو موهه هوس جو جڏهن به ڪو فنپارو تخليق ڪندو هو ته پنهنجا هڙئي احساس ۽

شڪتيون فنپاري ۾ اوتي ڇڏيندو هو. بهرحال مون کي هن تي صادقين هئڻ وارو گمان اجايو هو. هو ڳالهائيندي اوچتو چپ بہ ٿي ويندو هو. جنهن مان محسوس ٿيندو هئم تہ هو ڪنهن گهري سوچ ۾ گم آهي. هو هر شيءِ کي غور سان ڏسڻ جو عادي هو. شهر جي اهم چو سولن تي لڳل سائن بورڊ تہ هو پڙهندو ئي پڙهندو هو پر ماڻهن جي چهرن جا تاثرات بہ پڙهڻ جي ڪوشش ڪندو هو. روڊ تي ڊوڙندڙ گاڏيون بہ هن جي سوچ جو محو رهيون تہ فوٽ پاٿن تي ويٺل گداگر توڙي موچي سوچي بہ سندس نظر کان نہ ٿي ترڪيا. ماضيءَ جي پلاند ۾ اهي سڀ مشاهدا محفوظ ٿيندا ويندا هوس.

انهن مان ڪي مشاهدا اهڙا بہ هئا جيڪي بنهہ نہ وسارڻ جهڙا هئا. اهڙوئي هڪ مشاهدو سندس اکين اڳيان گذريو جنهن سندس حواس ئي خطا ڪري ڇڏيا. ”شهر جي فوٽ پاٿ تي ويهي ڪو موچي جتيون ڳنڍي رهيو هو ۽ ائين هو پنهنجو ۽ پنهنجن ٻچن جو پيٽ پالڻ لاءِ روزانو پنهنجي ڪرت ۾ لڳل هوندو هو. هو جتين کي ڇا ڳنڍيندو هو جڻ پنهنجي بکئي چنل پيٽ کي ٽوپا ڏيندو هو. موچيءَ جي بک وارا احساس سندس سين سان وچڙي پيا هر هر زخمي ٿيندا هئا، پر اهو عذاب سهندي بہ هو پنهنجي ڪرت سان پريت نباهيو پيو ايندو هو. فوٽ پاٿ سان لڳ لڳ وهندڙ روڊ تي گاڏين جو هجوم ۽ سيلينسرن مان نڪرندڙ دونهون ۽ گوڙ شور سندس لاءِ مٿي جو سور بڻبو رهيو ٿي. ليڪن هو ان سوچ ۾ وڃائجڻ بدران پنهنجي ڌنڌي ۾ ئي ڌت هوندو هو. هڪڙي شام هو گاڏين ڏانهن متوجہ ٿي ويو هو. ان ڪري هو صرف ڪي ٿوريون جتيون ئي ڳنڍي سگهيو. هو ان شام معمول جي خلاف گاڏين جي شور ۾ پاڻ وڃائجي ويو. پريان کان هڪ بس اچي رهي هئي

موچيءَ جو ڌيان ان بس جي ڦيٿن تي مرڪوز ٿي ويو. موچيءَ کي محسوس ٿيو تہ انهن مان هڪ ڦيٿو ٿاءِ راڌ مان نڪتو ڪي نڪتو هن اهو سوچيو ئي پئي تہ هڪ ڦيٿو گاڏي کان علحده ٿي روڊ تي ڊوڙڻ لڳو. موچيءَ کي لڳو تہ اهو ڦيٿو سندس سامهون اچي رهيو آهي، تہ موچي بہ خوف وچان وٺي ڀڳو! ڀڄندو ڀڄندو پويان جو نهاريائين تہ ڦيٿو واقعي بہ سندس پويان واڪا ڪندو پئي آيو. جيڪو هاڻ سندس تمام ويجهو اچي پيو هو تہ هو لوهہ پائي وڏي روڊ واري فوٽ پاٿ تان نڪري ننڍي گليءَ ۾ اچي ويو. موچي ويچارو سهڪي ساهہ بچائڻ ۾ پورو هو. ڪيترائي ماڻهو اهو منظر ڏسي کيل تماشي جيان ان مان انجواءِ ڪري رهيا هئا. ڦيٿي بہ اهائي گلي ورتي جنهن تان موچي ڊوڙندو جان بچائڻ ۾ پورو هو. هن کي ٻيهر خيال آيو تہ پويان لئوٽو ڦيريائين اهوئي ساڳوٽو ڦيٿو سندس ڪڍ لڳل هو. موچيءَ خوف وچان ڏڙام ڪري اچي پٽ تي ڪريو. تيستائين ڦيٿو بہ سندس مٿان اچي ڪڙڪيو. موچي پنهنجي جان وڃائي وينو“ اهو واقعو عجيب قسم جو هو گاڏيءَ مان ڦيٿي جو نڪرڻ ۽ وري ان جو موچيءَ جي ڪڍ لڳڻ ۽ ان ڦيٿي جي ڪري ئي موچيءَ جو مرڻ هڪ حساس ماڻهوءَ لاءِ ڪيڏي نہ مشڪل صورتحال هئي. هو اهڙي قسم جا مشاهدا مون سان اچي شيئر ڪري، مون کي بہ غمگين ڪري وجهندو هو. ائين سندس هانوَ تان ڪجهہ بار هلڪو تہ ٿيندو هو پر اهڙا واقعا وسارئي نہ وسرندا هوس، حساس طبع هئڻ ڪري هو اهڙن واقعن جي تصورن ۾ پيو مرندو ۽ جيئندو هو. پر وري بہ سندس لاءِ منهنجو ساٿ سنو هو. آءٌ وري سندس شڪل شبيهہ ۾ صادقين جو پڙاڏو محسوس ڪري پيو وند رندو هوس سندس تصور ۾ هر هر موچيءَ وارو منظر پيو ڊوڙندو هو ڪنهن فلم جي سين جيان!

منظر تہ پيا بہ الائجي تہ ڪيترائي اکين جي فوڪس مان گذريا هوس، پر انهن جي نوعيت هن کان قدر مختلف هئي، هونئن سندس لاءِ سڀ مشاهدا جيون جو سرمايو ئي تہ هئا. جن کي پلائيندي بہ نہ پئي پلائي سگهيو. انهن نہ وسرندڙ واقعن مان هڪ پيو بہ هن منهنجي سماعتن تي آندو "هڪ ڏهاڙي هو شهر جي ڪنهن گليءَ مان گذري رهيو هو. ماڻهو ڪي پيادا تہ ڪي گاڏين موٽرن ۾ اچي وڃي رهيا هئا. هن کي پل لاءِ خيال جاڳيو تہ ڪٿي هو ڪنهن گاڏيءَ جي هيٺان نہ اچي وڃي. چاڪاڻ تہ هو پيادو وڃي رهيو هو ۽ رومانٽڪ طبيعت ڪري هو نسواني حسن جا نظارا بہ ڪندو ٿي ويو. اوچتو سندس نگاهہ ماڻهن جي ڪنهن ميڙ تي وڃي پئي. وڪون واريندو وڃي ويجهو پيو. ماڻهن جي ميڙ وچ ۾ هڪ معصوم ٻالڪ جو چچريل ۽ رتو رت ٿيل لاش پٽ تي پيو هو ان ٻالڪ جي قميص اٽي پيهڻ واري انجڻ جي پٽن ۾ وڃي اٽڪي هئي ۽ ٻارڙو مشين ۾ چچرجي چيپاٽجي ويو! سندس معصوم سوچون ۽ خواهشون موت جي واچوڙي جي زد ۾ اچي ويون ويچارو ٻالڪ پنهنجي پيءُ (انجڻ جي مالڪ) لاءِ گهران ماني کڻي کيس ڏيڻ آيو هو. سندس پيءُ هن جي چچريل چيپاٽيل لاش مٿان ماتم ڪري رهيو. سندس لڙڪ اکين جي سرحد ٽپي، گهنجيل چهري تان ٽيندا هيٺ ڪرندا ٿي ويا. ماڻهن وري کيس آٿت ڏئي ماٺ ڪرائڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي، ماني جيڪا ٻارڙي پنهنجي پيءُ لاءِ آندي هئي سا اتي جو اتي ٽفن باڪس ۾ پئي هئي هو ٻارڙي جو رت ۾ لت پت بوتو ڏسي بہ وڪون پوئتي هٽي ويو. جڏ سندس ٻئي پير اوچتو ئي اوچتو ٻاهہ مٿان اچي ويا هئا. ٻارڙو ڇا هو؟! جڻ هڪ فرشتو هو جنهن جي منهن مان معصوميت ڪنهن نوراني پردي جيان لهرائي رهي هئي. ننڍڙا، پر

حسين هٿ ڪنهن مصور جو عظيم شاهڪار پاسي رهيا هئا. سندس مٿي جا پورا وار، ڪنهن وينگس جي نازڪ هٿن تي لڳل حنا جي رنگ ڪان بہ دلڪش! ڇپن تي موت جو سايو هوندي بہ زندگيءَ جي ازلي مرڪ............!“

هن منهنجي سماعتن تي اها وارتا ڇا آندي هئي ڄڻ ڪو عجيب و غريب لئنڊاسڪيپ ڪئنواس تي چٽي اچي منهنجي اڳيان رکيو هئائين. هو اها وارتا ٻڌائيندي، سچ پچ ڪجهہ لمحن لاءِ منهنجي آڏو صادقين جو پڙاڏو بڻجي بيهي رهيو هو. مون بہ زندگيءَ ۾ ڪيترائي حادثا ڏٺا، ڪيترين ئي ٽرئجڊيون سامهون آيون پر شايد مون واري حس ايتري ڪا مُڏي هئي جو جلدئي اهي ٽريجديون وساري ڇڏيندو هوس، پر هن شخص کي ماڪوڙي جو موت بہ نہ وسرندو هو. ڇا لاءِ تہ حسا سپڻو ڪيس قدرت طرفان ڄمندي ئي تحفي طور ڏنو ويو هو پوءِ هو رفتہ رفتہ ادب جي دنيا جو اهم نانءُ شمارجڻ لڳو ۽ فنون لطيفہ سندس اهم سڃاڻپ جو ذريعو هو.



# ڪراڙ وارو فقير

- رات لطيف جي فلسفي ۽ اقبال جي خوديءَ تي بحث ٿيو.....
- پوءِ ڪٿيو ڪنهن پلاڻ؟!
- ڪراڙ وارو فقير سرخرو ٿيو.
- اهو وري ڪيئن؟!!
- ان بحث ۾ ايچ تي سورلي بہ ڪو ياڳي پائيوار هو... اهو اٿي بيٺو ۽ اهڙا تہ علمي دليل ڏنائين جو اڄوڪا هڙئي دانشور حيران ٿي ويا!.
- پوءِ ڇا ٿيو...؟!!
- پوءِ ڇا ٿيندو. هو تہ شيڪسپيئر کي بہ پنتي ڇڏي ويو. دنيا جي وڏن شاعرن ۾ هن لطيف کي سري تي رکيو.
- پوءِ اڄوڪو جوان لطيف کان ايڏو دور.....
- اهائي تہ ٽرئجڊي آهي.
- ٽرئجڊيون تہ گهڻيون آهن ڪيتريون ڳڻي ڪيتريون ڳڻجن...؟! هن تہ ڪاموءَ واري ڪردار سسيفس کي بہ صحيح ڪونہ

پروڙيو. نہ تہ هو وقت جي زيوس سان ضرور..........

- يار ڳالهہ واهہ جي ڪئي اٿئي! هي اهوئي سسيفس آهي شايد جنهن جي ناڪار ئي هن جي هاڪاري ڪردار کي پڌرو ڪري ٿي. ڪاموءَ واري هن مزاحمتي ڪردار جي ڀيٽ ۾، مارڪس توڙي نٽشي وارا ڪردار اقتدار جا چاهيندڙ آهن کين طاقت کپي. ليڪن سسيفس اقتدار کي ٿڪي ٿو ۽ لطيف جو ڪردار مارئي اهو بہ تہ عمر جي جاهہ و جلال، شان و شوڪت ۽ اقتدار کي ناڪاري ٿو. اهڙي ريت ڪاموءَ وارو ڪردار سسيفس ۽ لطيف جي سورمي مارئي ڪيڏي نہ هڪجهڙائي رکن ٿا. مارئي اپري، نستي ۽ ڪمزور پر ارادي جي اڏول ۽ عمر زيوس وانگر سگهارو ۽ اعليٰ اختيار ڏٽي،
- تڏهن ئي تہ ڪراڙ وارو فقير اندر ئي اندر پئي جهوميو نچيو ۽ پرواري کي پئي نوئيون هنيائين....



# هئڻ، نہ هئڻ جي وچ ۾

ڏوهاري تہ ڪيترن ئي قسمن جا ٿي پيا سگهن؟ ڪي عادتي ڪي جبلتي تہ ڪي وري پيشہ ور! مگر هو تہ محبت جو ڏوهاري هئو. ان گناهہ ڪارڻ ڪيس اڻ سڌيءَ طرح صفحئہ هستي تان متائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي. هن ڪي جڏهن اها سڌ پئي تہ ڪيس حيراني ۽ پريشانيءَ وارا گڏيل احساس گهيري ويا. آهستي آهستي انهن احساسن ۾ سندس هئڻ ۽ نہ هئڻ واري ٽرئجڊي بہ شامل ٿي وئي: ”مان آهيان بہ ڪٿي؟! آئيني ۾ ڏٺم تہ منهنجو عڪس گم هو... آئينا ڪوڙ ڳالهائيندا آهن. اڳ جيڪو عڪس مون ڏٺو هو اهو عڪس منهنجو ٿوروئي هو. سچ پچ مان اهو ڪونہ هوس جيڪي آئيني ڏيکاريو پئي“ وري دل کي آٿت ڏنائين. ”چهرو تہ سندم ئي هو پر ان چهري ۾ ٻئي وجود جو احساس شامل هو ٻيو وجود جنهن ڪانسواءِ سندم وجود اڌورو هو ان وجود جي احساس سان منهنجي وجود جو احساس گڏ گڏ ساهہ کڻندو هو ۽ هاڻ ان وجود جو احساس مري ويو جڻ مان مري ويس“ سوچن جي صليب تي سڏڪندي هن سگريٽ جي ڪش وانگر ڊگهو ساهہ کنيو. دوستن احبابن کان هُو ائين ڪٽجي ويو جڻ ڪا تاري ٽٽي اچي پٽ پئي هجي، من اندر عجيب ڪيفيتن جو ماندارڻ کٽي هُو هئڻ نہ هئڻ وارين ڇولين ۾ ڇلندو ٿي رهيو. پنهنجي گهر وارن سان سنئين مُنهن ٻولڻ وارو جليل هاڻ ڪيڏو نہ بدليل هو. ماءُ جي سڏ تي ”جيءُ“ چوڻ وارو ”ڇا“ کان بہ محروم رهجي ويو جوڙس تي تہ اڳ

ئي جک هوس جو وندر لاءِ ڪو رانديڪو سنڌءِ جهول ۾ نہ جُهلاياڻين. پلا جوڻس جو ڏوهہ بہ ڪهڙو هو؟ مڙس هوندي بہ هر ڪنهن وات تي تہ سنڌءِ مڙس تہ جيئري ئي مري ويو جوانيءَ جو جوش الائي تہ ڪهڙي نديءَ ۾ وهنجي وڃي ٺارياڻين جو هن ٽڙَ جي ڪڏهن تنوار ئي نہ ٻڌائين. ماڻس کي من ۾ سندس لاءِ پوءِ بہ محبت موجزن هئي، تنهن پنهنجي پُٽڙي کي پريشان حال ڏسي پڇيو "ابا صدقي وڃان خير تہ آهي جو ايترو بدلجي ويو آهين. الله نہ ڪري جو ڪا بدنظر لڳئي" ماڻس جي مُنهن ۾ رڳو ڏٺائين جنهن جي چهري ۾ گذري ويل وقت پنهنجا اڻ مٽ نقش ڇڏي ويو هو. ڪو بہ جواب نہ ملڻ تي مامتا جا ڏڪندڙ هٿ سندس ڳچيءَ جو هار بنجي ويا. مگر هو خاموشيءَ مان پنهنجو پاند آجو نہ ڪرائي سگهيو.

گهر اڱڻ ۾ سنڌءِ هٿن سان پوکيل گل رفتہ رفتہ سُڪڻ لڳا هئا. انهن سيني ۾ اهم گلاب جو ٻوٽو هو. پر ٻيا ٻوٽا بہ تہ هن لاءِ اهم هئا. جن کي من ۾ ٽڙيل محبت وانگر هن پاليو تاتيو هو. پنهنجي ئي هٿن سان پاليل شيون جڏهن ويراڳ جي ور چڙهن تہ ڏک دل جي دريءَ مان ولر ڪري وجود ۾ ئي لهندا. هُو هڪ تہ اڳ ئي پريشان ۽ هئڻ نہ هئڻ جي صورتحال سان مُنهان مُنهن هو ويتر گلن سڪڻ وارو ڏک من ۾ لهي پيس گل سندس لاءِ ان ڪري بہ اهم هئا. جو انهن سان سنڌءِ روح جو رشتو هو. روح جا رشتا تہ جسماني تعلقن کان مٿاهان هوندا آهن. اهي لاشعور جي تهن ۾ جنم وٺندا آهن ۽ پاڻ مرادو وڌندا ويجهندا آهن. هُو هڪ اداس صبح جو پنهنجي ڊرائنگ روم ۾ اڪيلو ويٺو هو. ماڻس ۽ جوڻس سامهون ڪچن ۾ رڌ پچاءَ ۾ رڌل هيون ڪانئن ڏيان هٽائي هو پڙڪو ڪائي اٿيو ۽ لوهہ پاتائين اڱڻ ۾ پوکيل گلن ڏي! اهي ئي گل جن ڪڏهن سنڌءِ سواگت مهڪ سان ٿي ڪيو سي اُجڙي

چڪا هئا. هُو اول تہ ويو گلاب جي ٻوٽي وٽ! وري ٻئي پاسي جو نهاريائين تہ سامهون موتيو نماڻائيءَ مان ڪنڌ جهڪائي ساڻس ڪا شڪايت ڪري رهيو هو. هو ٻين ٻوٽن جو حال ڏسڻ بدران ٽڙندو ٽاٻڙندو پنهنجي ڪمري ۾ اچي ويو. ويرانيءَ وارا سڀ منظر سندس اکين جي ڇپرن ۾ اوتجي آيا هئا. هن ڊرائنگ روم جي ديوارن تي اڪريل تصويرن ڏانهن ڏٺو اهي بہ ڪيس گلن جيان اجڙيل ئي لڳيون ۽ اها تصوير بہ جنهن ڪري ٻيون ڪيس وڻنديون هيون هو ٻين ۾ ان تصوير کي ڳولڻ جي جستجو ڪندو هو پر هاڻ گهڻو ڪجهہ بدلجي چڪو هو. هن پنهنجي بيڊ جي سامهون واري ديوار تي هڪ نگاهہ اڇلائي تہ سڀ ڇيهہ ٿي ڇجي ويس. پنهنجي سائي پٽڪاٽ، ڪيائين "مصور جو حسين شاهڪار جنهن جو حقيقي هٿ مون کان ڇڏائجي ويو هاڻ تہ ٿلهي ديوار جيڪا ڪڏهو ڪو پنهنجو حسن وڃائي چڪي! تصوير جيڪا پنهنجي حقيقي وجود جي موجودگيءَ سان سجاتي پئي وئي.. ان حقيقي وجود کي رتو رت ڪندڙ هٿ ڪنهن جا هئا؟! مان ڄاڻڻ ٿو گهران! اخلاق جي ٺيڪيدارن کان پڇڻ ٿو گهران... هن مون سان محبت ڪري سماجي حدبنديون ٽوڙيون هيون يا ٺهيل ٺڪيل سماجي اخلاقيات جي بدن تان ڪپڙا لاهي ڦٽي ڪيا هئا؟! هوءَ اوچين ديوارن جي اندر قيد هئي جڏهن تہ سندس احساس ٻاهر جي زندگي ۾ پکي بنجي پر هڻي رهيا هئا. سندءِ احساسن ۾ ايڏي ڪا شدت هئي جو اوچيون ديوارون ڪري ڍير ٿي ويون... هوءَ ٻاهر آئي تہ آسمان جو رنگ ٻيو هو. ڪيئي وساورنيون آسمان ۾ زندگيءَ جا رنگ ڪٽي اڀري آيون رنگ ئي رنگ هئا هر طرف! پر سندس اکين ۾ لڙڪ هئا اڻ ڏٺل خوشين جا ڪاش! اُهي موتي ڪيئن بہ محفوظ ٿي سگهن ها!! مون کي معاف ڪجانءَ بي جان

تصوير جو منهنجي اکين ۾ بہ اهڙا موتي ڪونهن جن کي خوشين جا لڙڪ چئي سگهان. مون کان تہ خوشيون ايترو دور هليون ويون آهن. جيترو تون دور هلي وئي آهين“ اچانڪ ماڻس سندس اڳيان ناشتو آندو تہ سندس سڀ خيال هوا ۾ تحليل ٿي ويا. بي دليءَ مان ڊائننگ ٽيبل ڏي نهاريائين پر ڪاڏي لاءِ اڪيلو احساس بہ اُتپن نہ ٿيس سندءِ جيجل جو وقت هٿان چچرجي ويل آواز سماعت سان ٽڪرايس: ”ابا“ نيرن تہ ڪر ڪاڏي کي ٺلهو ڏسڻ سان تہ بک مُئي ڪانہ مرندي“ ماءُ جو آواز ڪنن ۾ گهٽٻٽي جي آواز جيان پاسيس جوڙس ڪچن مان کيس ائين گهوري رهي هئي ڄڻ چوندي هجي. ”هن لاءِ ڪاڏو ڪٿي بئي هنڌ تيار هوندو تہ هتي پلا ڪيئن کائيندو....؟! هن کي سوچون سوچيندي ڇيو.

”امان ڪاڏو انهن کي ڪيئن وڻندو جن ويراڳ جو ويس ڍڪي پورن وارا پنڌ پُڇايا هجن! مون کي تہ اجا راتوڪي ماني بہ پئي هانوَ ۾ اٽڪي. سندءِ ماءُ مٿي جو رئو ٺيڪ ڪندي وراڻيو ”ابا....! مانيون بہ ڪڏهن هانوَ ۾ اٽڪيون؟ ضرور ڪا ڳالهہ آهي جو وجين پيو ان ڪري ڳرندو. پٽ....؟!! مون کي ٿي ڪٽي بڏاءِ آءُ جا تنهنجي جيجل آهيان سا مٺ گهري تہ ڪانہ هونديس“ ماءُ سان وڏيڪ راز سلڻ بدران هن جهڙا تهڙا بہ ٽڪر مانيءَ مان ڪنيا پنهنجي دفتر ۾ ڊيوٽي دوران فائل اٿلائيندي، پٿلائيندي سندءِ ساٿي ڪلارڪن سان اڳ وانگر نہ ڪل نہ پوڳ نہ مرڪون نہ ماٺا! ڪل پوڳ تہ اهي ئي ڪندا جن جي جيون ۾ خوشين واريون ڪوڙ بهارون هونديون هو تہ خزان وارن خاردار رستن تي هلندي پنهنجو وجود زخمي ڪري چڪو هو. تصوير جيڪا سندس ڊرائنگ روم جي سامهين ديوار تي اڪريل هئي. اها سندس لاءِ آرسي هئي. ان تصوير کي ۽ ان جي پس منظر ۾ جيئري جاڳندي وجود

ڪي هُو چا ڏسندو هو جڏهن پنهنجو پاڻ پيو پسندو هو ۽ پوءِ حاسد سماج سنگباريءَ سان جڏهن اهو آئينو ئي پور پور ڪري ڇڏيو. ان آئيني ۾ پنهان جماليات جا حسين پيڪر بہ ڪنهن سونهاني خواب جيان وکري ويا. جليل جي جيون جي مشعل ائين واچوڙن جي زد ۾ اچي وئي. هن پنهنجي ڊائريءَ ۾ لکيو. "هاڻ تو پڇاڙان من جي جاگرافي تي ڪوبہ گل نہ ٿو مهڪي تنهنجي جدائي جي خزان منهنجي من ۾ مهڪيل گلن کي تہ سُڪايو پر گهر اڱڻ وارا گل بہ تہ سُڪي ٺوٺ ٿي ويا آهن. تنهنجي وڇوڙي مون کان انهن کي پاڻي ڏيڻ وسارايو. سچ چيو اٿن تہ پاڻي زندگي آهي، پر آءُ چوان ٿو محبت زندگين جي زندگي آهي. تون ئي منهنجي زندگي هئينءَ هاڻ تہ مان بہ پڇي پري چڪو آهيان. هاڻ تو پڇاڙا سڀ آئينا پڇي ڇڏيا اٿم ڊرائنگ روم ۾ لڳل آئينو ٽوڙي باٿ روم جي ديوار هاڻ خالي آهيي. گهر اڱڻ تي پوکيل گل مون اتي ٿو روئي پوکيا هئا. اهي مون تنهنجي محبت ۾ پنهنجي من اندر پوکيا هئا." هن پنهنجا لکيل لفظ سواءِ ٻيهر پڙهڻ جي ڊائريءَ ۾ دفن ڪري ڇڏيا. هو پوءِ سڪي ٺوٺ ٿي ويل گلن ڏانهن ڪو نہ ٿي ويو. نہ ئي ڊرائنگ روم جي سامهون ديوار ڏي تڪي ڪو پٽڪاٽ تي ڪيائين نہ ئي ماٽس جي اکين ۾ الڪو ۽ انتظار ٻڻجي ٿي چمڪيو جو سنڌءِ ماءُ جو حافظو ٻڌاپي ڪري ڪمزور ٿي چڪو هو. هُو هاڻ ماءُ جي آخري وهيءَ جو الهي ويل سورج هو. دفتر جا ڏڪا ٽيلها بہ هاڻ هن جو مقدر نہ هئا جو دفتر مان سندس ڪيتري عرصي جي غير حاضري نوٽ ڪئي وئي. دوستن احبابن لاءِ تہ هُو اڳ ۾ ئي هڪ سپنو بنجي چڪو هو ۽ سپنا تہ صرف اکين جا وهم هوندا آهن هُو تہ آرسيءَ سان گڏئي پڇي پري ويو هو جنهن جي وجود جا شيشا سماج ڪنهن گند جي ڍير تي اڇلائي ڇڏيا هئا.



# آتمڪ هتيا

ڪمري اندر هڪ وجود، ها انساني وجود! جنهن جي آتمڪ هتيا ٿيل ڪنهن وڏي هستيءَ جي وڇوڙي هٿان سندس نظرون پاٽمرادو ڪمري جي ديوارن ڏي ڪجهي ٿيون وڃن. سندس نظرون ڪنهن جون متلاش آهن، ڪنهن کي ڳولين ٿيون؟! ديوارن تي لڳل مختلف پور ٽريٽ ڪيس پاڻ ڏي متوجه ٿا ڪرڻ لڳن. نه ٿو روح لڳيس انهن مصنوعي چهرن سان جن ۾ جماليات جا پهلواڻ هوند برابر ٿا.پاسنس

اوچتو سندس سماعتن جي ديوار سان هڪ آواز ٽڪر ڪائي پڙاڏو ٻڌجي وڃي ٿو. ڪيس لڳي ٿو ته ”ان آواز جو پڙاڏو شايد صدين تائين منهنجي حواسن تي ڇانيل رهي. اهو ڪهڙو آواز هو؟!“ هو اچرج ۾ پئجي ٿو وڃي. نرم نرم بستري تان اٿي ٻيڪڙيل دروازو کولي ٿو. ٻاهر ڪجهه به نظر ڪونه ٿو اچيس. مايوس! واپس اندر موٽي اچي ٿو. ”رات جو منظر ڀوائتو ٿيندو آهي!“ هو ديوارن سان سر ٻاتن ۾ همراز ٻڌجڻ ٿو چاهي. ديوارون ڪيس ٻيهر پڻ انهن فلمي اداڪارائن جا چهرا ڏيکارين ٿيون. پنهنجو مُنهن ٻچڙو ڪري ٻئي طرف ڦيري ٿو ڇڏي ٻي ڏس واري ديوار سندس لاءِ ساڳيو منظر پيش ڪري ٿي، جنهن سان سندس روح اڳ ئي نه ٿي لڳو.

”اهي چهرا مصنوعيت جا رومال، پنهنجن چهرن تي چاڙهي ڪيستائين اسان ڪي سيڪس ( SEX) جي ڏيڻ ۾ ڦاسائيندا رهندا. سيڪس (SEX) هڪ بڪواس موضوع آهي، جيڪو گهٽ ۾ گهٽ مون ڪي ڪونہ ٿو وڻي.“ هڪ لمحي ڪيس سوچ تي اچي تہ اهي پورٽريٽ لاهي ڦٽي ڪري ڇڏي، پر پوءِ سوچي ٿو.“ ڪنهن جي آتمڪ هتيا نہ ڪرڻ گهرجي اهي فلمي اداڪارائن جا پورٽريٽ منهنجي ياءُ عامر جي روح جي تسڪين آهن.“ عامر سندس ويجهو ياءُ جيڪو اڄ رات شهر ۾ ٿيندڙ ڪنهن جشن ۾ ويجي چڪو آهي عامر ۽ ناصر هن ڪواٽر ۾ جيڪو شهر جي رونقن ڪان بنهہ پري ڪچي آبادي واري علائقي ۾ آهي ٻن سالن ڪان مسلسل رهندا آيا آهن. ناصر ڊاڪٽريءَ جي ٻئي سال ۾ ۽ عامر شهر جي ڪنهن فرم ۾ معمولي ڪلارڪ جي حيثيت سان جاب ڪري ٿو. ناصر ڳوٺاڻي زندگيءَ ڪان شهر جي پٿريلن رستن ۽ ڪاليج جي لان تائين، ڌرتي ڌڻين جي بدحالي ڪي محسوس ڪيو هو. جن سان سياسي، ثقافتي ۽ معاشي ويل وهايا پئي ويا. تڏهن سندس ڳوٺاڻي زندگي واريون ڳالهيون ڪانئس بنهہ وسري ويون هيون جنهن دؤران هن ڳوٺ جي هڪ ڳيرو ڇوڪريءَ سان لنئو لڳايو هو. هن جو پنهنجو اهو ماضي هٿن مان ڇڏائجي ويو. سندس نسواني نينهن ڦري، ڌرتي ۽ ڌرتيءَ جي ماڻهن جي عشق جي شڪل ورتي هو جنهن شهر ۾ رهي رهيو هو ان ۾ غيرن جو ڪثير تعداد ڏسي، هن هڪ اهڙي هستيءَ جي فلسفي ڪي پڙهيو/پروڙيو. جنهن علحده قومي تشخص جي تعليم تي ڏني. تڏهن ڪان سندس تصور جي ديوار تي، ان هستيءَ جو چهرو، پورٽريٽ بڻجي بيهي رهيو. جنهن سندس اندر جي آتما ڪي بي چين تي ڪري ڇڏيو. ”منهنجو روح تڙپي رهيو

آهي ان ماڻهو لاءِ جيڪو ٻين کان سيرت ۾، توڙي صورت ۾ عمل ۾ توڙي ڪردار ۾، گهڻو مختلف هو. هن جو ڪردار تاريخ جي پيشاني تي جرڪندو رهندو.“ هُو پنهنجي منهن ۾ پڙڪيو. هڪ لمحي لاءِ هن جون نظرون ڪمري جي اترئين ديوار طرف کڄي ٿيون وڃن جتي وال ڪلاڪ لڳل آهي. ”ٻارهن وڄي چڪا آهن، هاڻ مون کي سمهڻ گهرجي، پر ننڊ جي ديوي تہ مون کان رسي هلي وئي آهي.“ تون نہ ٿو سمهي سگهين!“ هن جي حواسن تي ٻيهر ڪنهن آواز جو پڙاڏو گونجي اٿيو. هو پنهنجي تصور واري ديوار تي خيالي پورٽريٽ ڏانهن ٿو نهاري! جنهن ۾ هڪ هستي ساڻس مسڪرائي رهي هئي. ”هاڻ مون سمجهي ورتو، اهو آواز جيڪو ٻيهر منهنجي حواسن سان ٽڪريو، سو تنهنجو ئي هو، مون جيئن سمجهيو هو، تون هن دنيا مان هليو ويو آهين تہ اها منهنجي غلط فهمي هئي. تون منهنجي ۽ قوم جي حواسن ۾ زنده آهين.

تنهنجي طبعي وڇوڙي کي مون پنهنجي آتمڪ هتيا ٿي سمجهيو آءُ ڪيڏو نہ غلط هوس.“

ناصر تصوراتي پورٽريٽ سان ڳالهيون ڪندي پورب کان سنڌ ۽ روح جي خوشين جي پهرين سحر پسي ٿو ۽ ڪيس ان خوشيءَ ۾ ننڊ پنهنجي پاڪرن ۾ پري ٿي وٺي.



# ٻن ٻانهن ۾ ڏنڌلائجي ويل دعا

هُن فورسيٽر مان اکيون مٿي کنيون تہ اڳيان ڏٺائين، حيدر چوڪ هٽ مٿي ڪٽي دُعا گهري رهيو هو. دعا جنهن ۾ تي اکر د، ع، ا ۽ اهي ٽي اکر گڏجي هڪ لفظ جنمي ويا ۽ اهو لفظ وري ٻن هٿن جي گڏجي مٿي کڄڻ سان ڪيڏو نہ با معنيٰ بڻجي ويو. ”پر هي دعا ڪنهن جي لاءِ...؟! يقينن اهو سوال اهم آهي ۽ سوال تہ ٻيا بہ ڪيترائي آهن جن جا جواب تہ اڃا تائين دريافت ئي نہ ڪيا ويا آهن.“ هُو اهو سوچيندي حيدر چوڪ تي ئي لهي ٿو پئي حيدر چوڪ تي وري سنديس نگاهہ انهن دعائيہ هٿن ڏي پاڻمرادو کڄي وڃي ٿي. سندس من ۾ انيڪ احساس ساموندڊي ويرن جيان چڙهڻ لڳن ٿا. ”ها! هي هٽ جيڪي دعا لاءِ کڄيل آهن اهي ڄڻ تہ لطيف جي ان بيت جي ترجماني ڪن ٿا جيڪو ڪجهہ هن ريت آهي. سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار لطيف جنهن جو پيغام ٽن صدين پڄاڻان بہ تازو توانو آهي. اُن ٽي صديون اڳ سنڌ لاءِ سُڪار جي دعا ڪئي ان سان گڏ هن ساري عالم جي آباد رهڻ جي دعا بہ ڪئي“ هن کي اهي دعائيہ هٿ کليل ڪتاب جيان پڻ محسوس ٿيا. هڪ اهڙو کليل ڪتاب جنهن جو ورق ورق دانائيءَ وارن نڪتن سان ٽمٽار هجي. اهو تصور ايندئي هُو حيدر چوڪ ويجهو فوٽ پاٿن تي لڳل ريڙهن تي رکيل ڪتاب ڏسڻ ڪاڻ اوڏانهن مڙي ٿو وڃي. ڪيترن ئي موضوعن تي مشتمل ڪتاب سندس ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪائڻ لڳن ٿا. ڪتابن جي ٽائٽلن تان اصلوڪو رنگ ڪجهہ غائب محسوس ڪري، ڪيس سوچ آئي تہ! ”ڪتابن جو

وڪرو ڪجھ مڙئي سست آهي تڏهن ئي تہ ڳچ عرصو اُس ۾ پيل هئڻ ڪري سندن دلڪشي متاثر ٿي آهي. ٻيو تہ اسان جا نوجوان مطالعي کان ايترو تہ پري ٿي ويا آهن يا غافل ٿي ويا آهن. جو کين ٻي هر مشغوليءَ لاءِ فرصت هوندي آهي. پر ڪتاب خريد ڪري پڙهڻ سندن لاءِ ائين آهي جڻ کين ڪو هماليہ جبل سر ڪرڻو آهي. مفت ۾ ڪو ڪتاب ملندن تہ وٺي ضرور رکندا، پر پڙهڻ ڪاڻ جڻ بخار پيو چڙهندو...“ هن اجوڪن نوجوانن لاءِ اندر ئي اندر اهڙا پور پچائيندي، پاڻ ڪجھ ڪتاب خريد ڪيا. پوءِ هو حيدر چوڪ کان ساڄي طرف مڙندڙ روڊ وٺي هلڻ ٿو لڳي. وک وک ۾ ڪيئي ويچار وچڙندا ٿا هلنس سج جا سونهري ڪرڻا. ڌرتي تي جيتوڻيڪ نڇاور ٿي رهيا آهن. پر ڊسمبر مهيني جي سرد هوا بہ پنهنجو وجود محسوسائي رهي آههي هن جي لڱن تي لٽن کان سواءِ ٻيو اوڇڻ بہ خير ڪو آهي. هلندي هلندي هو جنرل اسٽورن ۽ ٻين دڪانن جيڪي شيشاون دروازن ۽ ٻين آرائشي شين سان سجايل آهن. تن کي وڏي غور سان ڏسندو وڃي ۽ پنهنجي سر ذهن ۾ انهن بابت ڪي خاڪا پڻ جوڙيندو وڃي. اڳيان هلي هو هڪ بوڪ شاپ جي نالي واري تختي ڏسي ان وٽ بيهي ٿو رهي دڪان اندر هڪ ڀرپور نگاهہ ٿو اڇلائي دڪان جون هڙئي ديوارون ڪيس ڪتابن جي هجومن ۾ گهيريل نظر ٿيون اچن دڪان ۾ هڪ جوانڙو نظر واري عينڪ پاتل ڪيس اندر اچڻ لاءِ ڪوٺ ڏئي ٿو تہ هو بنا ڪنهن وڌيڪ سوچ ويچار جي اندر هليو ٿو وڃي. هزارين ڪتابن جون ويڪريون ڇاتيون جڻ ڪيس آڌر ڀاءُ ڪنديون محسوس ٿين ٿيون. هو اُتان پنهنجي مالي حالت آهر هِڪڙو ڪتاب خريد ڪري پئسا ڏئي دڪان جي ڏاڪڻين تان ايئن لهي ٿو. جڻ سندس ٻئي پير فزيڪل ٽريننگ ۾ رُڌل هُجن.

ڏاڪڻين تان لهنديئي هِن جي نگاهہ اوچتو وڃي سندءِ دوست تي پوي ٿي، جو پنهنجي پرنٽنگ ايجنسي اڳيان ڪنهن سان ڳالهائڻ ۾

رُڌل آهي، هو اها سوچ سوچي ته ڪي پل هو ساڻس ڪچهري به ڪري ۽ سيءَ کان ڪجهه پاڻ بچائڻ لاءِ هو ڪِتي ٿانيڪو ٿي ويهي پنهنجي دوست جي پرنٽنگ ايجنسي ۾ وڃي ويهي ٿو. هو ڪاري گهري شيشي مان ٻاهر سنڌءِ دوست کي ڏِسندو رهي ٿو ته ڪيڏي مهل ٿو گُفتگو مان واندو ٿي ساڻس مِلي، پرنٽنگ ايجنسي ۾ ماڻهو ته ٻيا به ڪيترا ئي موجود هئا، پر هر ڪو پنهنجي هڻ هٽان ۾ هو. ڪي ڪمپيوٽرن تي مواد جي ڪمپوزنگ ۾ رُڌل هئا ته ڪي پروف ريڊنگ ۾ مشغول هئا. هن پاڻ کي مصروف رکڻ ڪاڻ ٽيبل تي پيل تازي اخبار هٿ ۾ کنئي ته ٻاهران سارو ڌيان هٿي اچي اخبار جي سُرخين تي بيٺس... اخبار جون سُرخيون ماڻهن جي خون سان رقم ٿيل، قبيلائي جهيڙا، ذات پات ۽ نسلي ٽيڳر ۾ ٻُڌل ذهنن جون ارڏايون، ڪارو ڪاري، ملڪيتن ۽ زمينن تان عورتن ۽ نياڻين جا بيگناهه قتل، سندن مٿن جون گنديون ليڙون ليڙون.... سياست جيڪا ڪڏهن صاف سُٿري هوندي هئي. اهڙي جهڙي ڪنهن ڳوناٺي عورت جو ڏڏ ولوڙي ڪڍيل مکڻ! هاڻ ته اها گند جو ڍير.... سوين سياستدانن مان ڪو هڪ عوام جو گهٽگهرو! باقي ٿيا ست خير.

سرخيون پڙهندي سندس نظرن سان گڏ احساس به جهڙو ڪر زخمجڻ لڳن ٿا. هڪ پَل لاءِ اخبار تان نظرون چورائي هو ٻاهر ڏِسي ٿو. سنڌءِ دوست ڪڏهوڪو ڪيڏانهن وڃي چُڪو هو. وري به اخبار جون سُرخيون سندس فوڪس ۾ اچن ٿيون. هڪ سُرخي پڙهندي، ڪنهن پالي جيان سنڌءِ هانوَ ۾ ٽنبجي وڃي ٿي! ”هڪ خودڪش بمبار مسجد ۾ اچي نمازين جي وِچ ۾ پنهنجو پاڻ ڌماڪي سان اُڏائي ڇڏيو. ڪيترائي نمازي شهيد ٿي ويا.“ خودڪش بمبار جهڙو لفظ پڙهڻ سان سندس وجود ئي لُڏي ويو ۽ سنڌءِ روح جي ململ چولي ۾ جهير پئجي ويا. حيدر چوڪ وارا دعائيه هٿ تصور ۾ آٽيندي“ يا خدا.....! هي ڇا پيو ٿئي؟! هنن هٿن جو ڇا ٿيندو.!!

پنهنجي زخميل سوچن سان هِن وڏيڪ سُرخيون پڙهڻ بنا ئي اخبار ٽيبل تي رکي ڇڏي، هاڻ سندس سرير ۾ سيءُ بدران خوف جا ڪاريهر ڪر کڻڻ لڳا. اندر ۾ خوف، زلزلو، ٻُڏتر، اُڻ تُڻ... احساسن ۾ عجيب قسم جي ڪشمڪش... وري اچانڪ اُڀري آيل سوچ! ته ”ڏِسان ڪِٿي ٻاهر طوفان ته نه آيل آهي“ طوفان جي تصور سان گڏ انڌيرو ڪاري رات، سج پنهنجي روشنيءَ کان، چنڊ پنهنجي چانڊوڪيءَ کان، تارا پنهنجي جهرمر کان هٿ ڌوئي ويٺل! هڪ ٻيو زوردار ڌماڪو... ڌرتي ساري ڌٻي وئي. ”ها! هيستائين شايد ٻيو به ڪِٿي نه ڪِٿي ڌماڪو ٿي چُڪو هوندو“ پرنٽنگ ايجنسيءَ اندر ڪمپيوٽرن جا آواز جڻ موت جا آواز... زندگيءَ اسان جو ڪاڄ! پرنٽنگ ايجنسي ۾ ماڻهو ڳالهائين پيا... پر هن لاءِ جڻ فضول پاڇا! زندگيءَ بنا ڪي لاش؟! هي هِڪڙو فرد سوچن، احساسن ۽ خوف جي صليب تي لٽڪيل... هر هر مرندڙ ۽ جيئندڙ.

مون کي هاڻ هِتان اُٿڻ گُهرجي، ڪافي دير ٿي چُڪي آهي، نه نه ڇرپيا! نه اُتجان ٻاهر طوفان آيل آهي، هڪ وڏو طوفان جيڪو سيني نندن واچوڙن کي ڳهي سگهي ٿو. انسانن جا وجود اُڏائي سگهي ٿو. هي نرم نرم گدو جنهن تي آءٌ ويٺو آهيان. ويٺو ئي رهان...؟!! پر ايئن ته ماڻهو مون کي ٻي همت چوندا ۽ ٻيو به ڇا ڇا چوندا...؟! نه نه آءٌ بزدل ناهيان دِل وڏي اٿم هانوَ به ڪُشادو اٿم ڪجهه پلن لاءِ جيتوڻيڪ طوفان جي تصور لوڏيو اٿم، پر مون کي دِل وڏي ڪرڻ کپي. هِتان اُٿڻ کپي، دوست جي اچڻ جي آسري تي ايئن نه ٿئي ته ڪاري رات ڇانئجي وڃي. نه نه ايئن ته ڪونه ٿيندو؟! ڪاري رات ڪا نه ڇانئبي... شهر جون رنگ برنگي بتيون جو ٻرنديون؟! روشنين جي شهر ۾ انڌيري جو تصور... ڪيڏو نه ڇريو آهين؟! ڇرپيا! اها خبر نه اٿئي ته روشنيون انڌيرن کي ڳهي ويندديون آهن. اهو ته آءٌ به مڃان ٿو پر ڪڏهن ڪڏهن انڌيرا به روشنين کي ڳهي ويندا آهن ۽ پوءِ ساريون

راهون ۾ رستا تاريڪ بنجي ويندا آهن ۽ پوءِ فيض جهڙا شاعر چوندي ٻُڌبا آهن ”هم جو تاريڪ راهون مين ماري گئي“ سندس اندر ۾ ٻه مختلف تضادي محاذ نهيل... ٻنهي محاذن وِچ ۾ جنگ جُنتيل... هو ان ٻُڌتر ۾ سموريون همتون ۽ حوصلا هيڪاندا ڪري، پڙڪو ڏئي اُٿي ٿو. پرنٽنگ ايجنسيءَ ۾ وينل سمورن ماڻهن جو ڌيان ڏانهس ٿيو وڃي هو ايجنسيءَ جو شيشائون گيٽ اُڪري ٻاهر روڊ تي هلڻ ٿو لڳي. سندس قدم پاڻ مُرادو ڪيس حيدرچوڪ ڏي وٺي وڃن پيا. اچانڪ ماڻهن ۾ ياچ پئجي وڃي ٿي، گاڏين جا شيشا ڀڄندا پري پري تائين وِڪرندا وڃن ٿا. ٻاهه لڳل گاڏين مان آگ جا اُلا اُٿي خوفناڪ دونهين جي شِڪل وٺي پوءِ طوفاني هوائن ۾ بدلجڻ لڳن ٿا. شهر جي حسين چهري تي ڪاري دونهين جو راج ڏِسي ڪيس سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته هيءَ سڀ ڪجهه ڇا ٿي رهيو آهي. ڇا سندس وهم واقعي ئي حقيقت ۾ بدلجي رهيو آهي. حيدرچوڪ جي ويجهو پهچي ٿو ته ڪيس دونهين جي طوفان ۾ دُعا ياد ٿي اچي، جنهن ڪي هو گهران روئندي ڇڏي نِڪري آيو هو. پوءِ اوچتو سندس سماعتن ۾ ڪنهن جو آواز پڙاڏو ڪري ٿو. ”هم جو تاريڪ راهون مين ماري گئي“، ”ها.... ها... سچ پچ هسيتائين ڪا وڏي هستي روشنيءَ جي تلاش ۾ تاريڪ راهن ۾ مارجي وئي هوندي..؟! ڪنهن زور دار ڌماڪي سان... هي طوفان ۽ تيز هوا اُن جو رِدِ عمل ٿي سگهي ٿي....؟!

هو دونهين ۾ گهيريل روڊ تان گهر ڏي ويندي ايئن پئي سوچيندو ويو. هو گهر جي ٻاهرئين دروازي جي چانئٺ اُڪريو ته ”دُعا“ اجا تائين روئي رهي هئي. هِن جي تصور ۾ يڪايڪ حيدر چوڪ واري دعا اچي وئي جيڪا دونهين ۾ ڏنڏلائجي اوجهل ٿي وئي هئي ته هو وڏي اُڇنگار ڏئي پاڻ به روئڻ شروع ٿي ويو... ۽ طوفاني دونهين واري رات تهائين وڏيڪ ڪاري ٿيندي وئي.



# زندگيءَ جو رستو

هوءَ مون کان ٿي وڇي رهي هئي تہ آءٌ کيس ڏسي رهيو هوس! سندم حيرت گاڏڙ نظرون هن جي پيڇي ۾ هيون. هڪ ..... ٻہ ..... ٽي .... چار .... پنج.... ڇهہ .... ڪيترا قدم هوءَ ڪٽي چڪي هئي ۽ اڃا نہ ڄاڻ تہ ڪيترا قدم ڪيس ڪٽڻا هئا....

اڪين ۾ جڏهن بہ آگم لهندو آهي تہ اهي وسڻ جا ويس ڪنديون آهن. جيتوڻيڪ هوءَ مون کي جهلي وئي هئي .... پر موسمون بہ ڪنهن جي اختيار ۾ رهيون آهن؟! پوءِ مون هن جا قدم ڳڻڻ بدران جيڪڏهن ڪا شيءَ ماپڻ گهري هئي تہ مينهن ۽ نينهن جو موهہ. ماپيو هئم .... اکين جي آبشار کي ڏسي اندر ئي اندر پنهنجو پاڻ پڇي وينو هوس : ”يار! ڪٿي آهين؟!“ جواب مليو هئم: ”اتي ئي آهين جتي اوهان ڇڏيون....“

راهہ تمام ڏگهي هئي، پر مون کي بہ تہ ان ئي راهہ تي هلڻو هئو جنهن راهہ تان هوءَ وڇي رهي هئي .... مون ڪوشش ڪئي ٿي تہ جيئن هوءَ منهنجي نظرن جي فوڪس مان نہ .... نڪري .... پر شهر جي ٽرئفڪ ڪنهن ڪنهن لمحي سندءِ وجود ئي لڪائي ٿي ڇڏيو. مون کي جيتوڻيڪ پڪ هئي تہ رستي تي هلندي هوءَ انتهائي هوشياريءَ کان ڪم وٺي ٿي، پر پوءِ بہ هڪ پيري هوشيار ڪندي ڪيس آڪيو

هئم : ”زندگي! چاڪاڻ تہ تون منهنجي زندگي آهين، شهرجي رستن تي ڪجهہ مڙئي ڏيان سان هلندي ڪر .... ڪٿي مٿان ....“ چوندي چوندي باقي لفظ جڻ برف جيان جمي ويا هئم! برف جيڪا ٿڌي هوندي آهي. جڏهن پهاڙن تي ڪرندي آهي، تڏهن گرميءَ جي ڪيتري نہ طلب ٿيندي آهي ....؟! منهنجي لفظن ڪي بہ ائين زندگي جي حرارت گهربل هئي. انهن ڪي جڏهن بہ حرارت ملندي هئي. تڏهن هوءَ ٻڏڻ واري هوندي هئي ۽ مان ڳالهائڻ وارو.... هڪ ڀيري ڪيس چيو هئم، ”زندگي جيڪڏهن تون مون ڪان وڇڙي وڃين تہ وسارجان نہ! ڪڏهن ڪڏهن خط ئي لکي ڇڏجانءِ ....“ تڏهن هوءَ مون ڏي ائين ڏسڻ لڳي هئي، جيئن ڪو ٻار معصوميت مان پنهنجي ماءُ ڏي ڏسي! ڏسندي ڏسندي لفظن ۾ حرارت اچي ويس. جميل برف وگهرڻ شروع ٿي وئي .... زندگيءَ ۾ زندگي اچي وئي. چوڻ لڳي : ”آءٌ ننڍي لاڪون جنهن اسڪول ۾ پڙهڻ ڪاڻ ويس، اتي جو استاد رحم ڪائڻ بدران رڳو لفظ ڪائيندو هو .... هُو پاڻ بہ تہ الائي ڪهڙي مڪتب جو شاگرد هو؟ جو رڳو خاموش ئي رهندو هو ۽ اسان طالب علمن کي بہ ”خاموش“ رهڻ جي ئي تلقين ڪندو هو ۽ بس! هن اسان ڪي خاموشي سيکاري .... توکي اڄ بہ محسوس ٿيندو تہ تنهنجي زندگي ڪيڏو نہ خاموش ٿي رهي، جيتوڻيڪ تون هن ڪي سڏين بہ زندگي ٿو....؟! پر اڪثر ڪري سنڌءِ لفظن جي جابلو سلسي تي برف ئي برف ڪرندي رهي آهي. آءٌ ڇا ڇاٽان خط لکڻ؟! منهنجي مڪتب جا سڀ شاگرد ماٺ ۾ مارجي ويا .... بابا، جيڪو مسڪين هو، سنڌءِ هڙ ۾ ڪڏهن ڪي ريپا، غريب جي اکين ۾ اميريءَ جي خواب وانگيان اچي ويندا هئا تہ هوا جي اوچتي جهوٽي جيان اک ڇنڀ ۾ اڏامي ويندا هئا.

منهنجي ٽيوشن وٺڻ جو خواب بہ خواب ئي رهجي ويو. تون سمجهہ تہ تنهنجي زندگي بہ کھڙي زندگي آهي .... تنهنجي شهر جا جوان ڪڏهن لائبريرين تي ڳاهٽ ٽيندا هئا. اهي اڄ ويران آهن. شهر جي اسٽاڪ مارڪيٽ ۾ سٽي بازي زورن تي آهي. الائجي اتي ڇا ٿو وڪامي؟ قوم جي قسمت يا .....؟! علامہ آءِ آءِ قاضي ڄامشورو جي پٿريلي زمين تي هڪ خواب لڌو هو.... ٻڏين پيو.... تنهنجي زندگي ڳالهائي پئي ٿورو ڏيان سان ٻڌ .... پر سينيما گهرن، وڊيو / سي ڊي سينٽرن تي مون جهڙيون ڪيتريون زندگيون پيون پنهنجون زندگيون وڃائين .... ڪجهہ ڏينهن اڳ ئي ڪنهن اخبار مان پڙهي ٻڌايم : ” علامہ قاضي جي ڏنل خواب واري پٿريلي زمين تي ڪنهن جو لاش پيو هو.... مون واري تعليم واري معاملي ۾ تہ ڪٽي ميجون,اهو دوشي هو. جنهن لفظ ٿي ڪاڏا .... خاموش ٿي رهيو. ڪو هڪ لفظ بہ الي ها تہ اسان جون زندگيون بہ ڪي زندگيون هجن ها! پرهن معاملي ۾ دوشي ڪير؟ تون ئي ٻڌاءِ....!“ ايترو چئي هوءَ خاموش ٿي وئي هئي.

آءٌ هن جي پويان پويان وڃي رهيو هوس. رستو بہ ڪشادو هو پر ٽرئفڪ جو هجوم بہ ڪو هجوم هو. تنهن ڪري آءٌ فٽ پاٿ وٺي وڃي رهيو هوس. ان سمي صبح جا ڏهہ وڄي رهيا هئا اهي اصلوڪا ڏهہ ڪونہ هئا.انوقت تي اڳي صبح جا نَوَ وڄندا هئا پر ڇاڪاڻ تہ حڪومت جو حڪم هئو تہ رياست جو هرفرد پنهنجي گهڙي پهرين جون کان هڪ ڪلاڪ اڳتي ڪري ڇڏي .... ۽ مون ان پهرين جُون واري رات پنهنجي گهڙي هڪ ڪلاڪ پوئتي ڪري ڇڏي هئي! ان سمي مون کي منهنجي زندگيءَ جا لفظ ياد اچي رهيا هئا :” تون سمجهہ تہ تنهنجي زندگي بہ کھڙي زندگي آهي؟!“ آءٌ فٽ پاٿ وٺيو وڃي

رهيو هوس. ويندي ويندي يادم آيم تہ قوم جي انرجي بہ ڪيڏي نہ اهم شيءَ آهي. ڏينهن جا ڏهہ وڄي چڪا هئا، پر ميونسپل وارن جون اسٽريٽ لائيٽون اڃا تائين ٻري رهيون هيون. اتي قوم جو سڄ جي روشني مان وڏ ۾ وڏ فائدو وٺڻ واري ٿيوري بہ ڪجهہ سمجهہ ۾ اچڻ لڳي هئي .... انهن سوچن مان نڪرندي مون پنهنجي نگاهہ اڳيان پري پري تائين ڦهلائي .... زندگي تہ ڪڏهوڪو مون کان غائب ٿي چڪي هئي. اڳيان هڪ وڏو چوسول هو. جتان ڪيترائي رستا ڦٽي رهيا هئا....

چوسول جي ڪنهن ٻتي ٻرڻ سان سڀ ٽرئفڪ جام ٿي وئي هئي. آءٌ زندگي جي پويان هلندي مختلف رستن کي ڏسڻ سان ئي سواليہ نشان بنجي رهجي ويس تہ ڪهڙو رستو زندگي وٺي اڳتي نڪري وئي آهي؟ آءٌ بہ اهوئي رستو وٺي وڃان! وري جو گهڙيءَ تي وقت ڏٺم : سيڪنڊ ..... سيڪنڊ ..... منٽ ..... منٽ اڳتي وڃڻ بدران پوئتي! زبان مان بي اختيار نڪري ويم : تنهنجي زندگي بہ ڪهڙي زندگي آهي؟!





هن ڪتاب جي ليکڪ مير بهادر ٽالپر حالانڪ سنڌس فن ۽ ادب ۾ ڪوبہ نظريو، ڪوبہ فلسفو ۽ ڪوبہ منطق ڏسڪس نہ ڪيو آهي ۽ ضروري بہ ڪونهي تہ ادب ڪي ڪن فلسفن ۽ نظرين جو تابع بڻائجي، منهنجو ذاتي خيال آهي تہ زندگي ڏاڍي سادي آهي جڏهن تہ نظرين، مذهبن ۽ فلسفن ان کي پيچيدو بڻائي ماڻهوءَ کي پلائي وڌو آهي.

بهادر ٽالپر جي ڪهاڻين پڙهڻ کان پوءِ محسوس ٿئي ٿو تہ ليکڪ وٽ اڪثر سماجي ۽ معاشرتي موضوع آهن جن تي هن وس آهر پنهنجي ساءِ ڪافي محنت ڪئي آهي. هڪ نئين نکور ڪهاڻيڪار جيان هن جا Emotions ڪافي جاندار آهن ۽ هن وٽ جيڪو Passion آهي سو شايد هين نئين ٿهيءَ جي ڪهاڻيڪارن وٽ ورلي ملي. ڪافي ڪهاڻين جا موضوع نوان آهن جن تي اڳ ڪڏهن نہ لکيو ويو آهي.

ڪهاڻي "خواب رستا" جو موضوع ۽ مضمون ڪافي بهتر آهي. ان ۾ ٿورڙو آرٽ ۽ ڪرافٽ ڏيڻ سان اها بهترين ڪهاڻي ٿي پئي سگهي، بهرحال بهادر پاڻ مڃي ٿو تہ هو ڪهاڻين ذريعي پاڻ کي (Invent) پيو ڪري. وقت ئي وڏو منصف آهي، جيڪو هر فنڪار جي فن جي زندگيءَ جو تعين ڪندو آهي.

**اڪبر سومرو**

Design By: Paras Hyd: 0300-3014195